# ڪريم ڏني جو ڪلام

مرتب

**الطاف اثيم**

# ڪريم ڏني جو ڪلام

مرتب

الطاف اٿيم

سچل چيئر

شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور

كتاب: ڪريم ڏني جو ڪلام

مرتب: الطاف اثيم

ڇپائيندڙ:

سچل چيئر، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور

ڇپيندڙ:

پيس ڪمپوزرس ڪراچي

ڪمپوزنگ:

نئون نياپو ڪمپوزرس سچل ڳوٺ ڪراچي

ڇپائيءَ جو سال:

سيپٽمبر 2008ع

قيمت: =/150

# انتساب

منسوب پروفيسر محبوب علي چنا،

پروفيسر شيخ غلام حسين،

پروفيسر زيب پٿي،

پروفيسر غلام سرور شيخ

جن جي نالن سان

جن ڪريم ڏني فقير جي خاندان سان گڏجي سچل سرمست ڪاليج

راٺي پور ڪولرايو ۾ اتي خدمتون سر انجام ڏنيون ۾ هن علائقي مان

جهالت جي خاتمي لاءِ روشن چراغ جو ڪم ڪيو.

**الطاف اثيم**

# فهرست



Scanned with CamScanner



صوفي ڪريم ڏني فقير جو محبوب مرشد
سخي قبول محمد II
درازه درگاهه جو ڇهون گادي نشين



صوفي ڪريم ڏنو فقير



سردار بهادر محمد بخش "کوجهي" ۽ سندس ياءُ ڪريم ڏني فقير جي پنهنجي ڪٽنب سان هڪ يادگار تصوير



مرتب جو ڪريم ڏني فقير جي فرزند امداد علي شيخ سان ڪچهريءَ دوران ورتل تصوير

# عرض حال...

درازي درگاهہ جي نينهن جو نوازيل فقير ڪريم ڏني بابت تفصيلي احوال ڏيڻ کان يا تہ محققن ۽ شارحن لنوايو پئي يا وري ڪين ان بابت ڪا گهڻي خبر نہ هئي. مون کي محترم سائين ڊاڪٽر نواز علي شوق صاحب ٻڌايو هو تہ سندس صاحبزادي طارق پاران فقير ڪريم ڏني جو ڪجهہ ڪلام مختصر سوانحي احوال سان سال 1994ع ۾ ڇپرايو ويو هو. ڊاڪٽر صاحب جن مون کي ان جون ڪجهہ ڪاپيون سچل چيئر لاءِ موڪلي بہ ڏنيون. اسان فقير صاحب جي ڪلام جو مطالعو ڪرڻ کان پوءِ سندس وڌيڪ ڪلام جي ڳولا ۾ مصروف ٿي وياسون. اسان جي خوشقسمتي چئجي جو ڪم ويو سولو ٿيندو ڪجهہ ڪلام سچل چيئر ۾ موجود بياض مان ڪجهہ ڇپيل مضمونن ۽ مقالن مان ۽ ڪجهہ فقراء وٽان هٿ اچي ويو. سموري ڪلام جي سهيڙ بعد مختلف بياضن سان ڀيٽ ڪري هڪ معياري متن ڏئي ڇپائي لاءِ تيار ڪيو ويو. ڪريم ڏني فقير جي ڪلام بابت مقدمو لکڻ لاءِ اسان سنڌ جي ناليواري محقق سائين ڊاڪٽر درمحمد پٺاڻ جي چونڊ ڪئي، جن اسان جو عرض اگهايو ۽ پنهنجي تحرير ڏياري موڪليائون. مون پڻ پنهنجي ڪم علمي جي آڌار تي فقير صاحب بابت پڻ هڪ مقالو لکي تيار ڪيو جيڪو شامل آهي. مون فقير صاحب جي حياتي جي احوال جي تصديق خاطر سندس صاحبزادي امداد علي شيخ صاحب سان تفصيلي گفتگو ڪئي. هنن وقت ڏنو ۽ يادگار تصويرون پڻ ڇپائي لاءِ ڏنائون

سندن وڏا وڙ آهن.

شاهه عبداللطيف يونيورسٽي جي واجب الاحترام وائيس چانسلر پروفيسر ڊاڪٽر نيلوفر شيخ صاحبه جيڪا سچل چيئر جي باني ڊائريڪٽر هئڻ جو اعزاز پڻ رکي ٿي، تنهن هن چيئر جي اغراض و مقاصد کي نظر ۾ رکندي سچل سائين جي فڪر جي حقيقي پوئلڳ فقير ڪريم ڏني جي صوفياڻه ڪلام کي ڇپرائڻ لاءِ منهنجي حوصله افزائي ڪئي، مان سندس احسانمند آهيان. مون تي هونئن ئي ميڊم صاحبه جون گهڻيون مهربانيون رهيون آهن. پاڻ مون کي پڙهايو به هئائون ته تحقيق جي ميدان ۾ رهنما به رهيون آهن. آثارِ قديمه شعبي اندر ڊاڪٽر نيلوفر شيخ صاحبه هن يونيورسٽي جي سيني شعبن ۾ معياري تحقيق کي ترقي وٺرائڻ لاءِ ڏينهن رات ڪوشان آهن. اميد ته سندن سوچون ساپيان ٿينديون.

ڪتاب جي ترتيب ۾ مدد لاءِ سائين نواز علي شوق، مهر خادم، عامر وسيم، گلشن اقبال ۽ حميد سبزوئي جون مهربانيون ميجان تو.

حق موجود

**الطاف اثيم**

ايڊيشنل ڊائريڪٽر

سچل چيئر شاهه عبداللطيف يونيورسٽي

ڪامران جو گهر / راڻيپور

9_9_2008

# درازي درسگاهه جو طالب
# فقير ڪريم ڏنو

دوستن خواهه دشمنن سنڌ کي ”پيرن فقيرن جي نگري“ تسليم ڪيو آهي. درويشن جي هن ڌرتيءَ اسان کي جيڪي بہ روحاني رهبر ۽ صوفي بزرگ عنايت ڪيا آهن, انهن ۾ درازي درويش پنهنجي منفرد ۽ مثالي حيثيت رکن ٿا. جيتوڻيڪ صوفين جا سلسلا ۽ مکتب فکر اڳ بہ موجود هئا ۽ تصوف جي تند اڳ بہ تنواري ويندي هئي پر درازن جي دلبرن خاص طور تي حضرت سچل سرمست ۽ حضرت سخي قبول محمد دوم تصوف جي تدريس ۽ تبليغ جي حوالي سان ڪرامتن جهڙا ڪارناما سرانجام ڏنا.

هنن ٻنهي بزرگن جو پهريون ڪارنامو اهو هئو تہ انهن تصوف, تصوف جي تدريس ۽ تبليغ کي نہ فقط منظم نموني Institionalised ڪيو پر ان کي ”عوام/ عام جو“ ۽ عوام/ عام لاءِ“ بڻايو. حضرت سخي قبول محمد دوم هندن خواهه مسلمانن لاءِ الڳ الڳ خليفا مامور ڪيا ۽ راڳ/ ڪچهري/ چونڪيءَ جا گروپ تشڪيل ڏنا. تصوف جيڪو اڳ محدود ۽ مخصوص ماڻهن خاطر هئو سو هر عام ۽ خاص, هندو توڙي مسلمان ۽ پنهنجي توڙي پرائي

جو پسنديده مڪت فڪر بڻجي پيو. وڏي پئماني تي تصوف جي تدريس ۽ تبليغ جو سهرو انهيءَ ڪري درازي درويشن کي سونهي ٿو جنهن جا هر وجهه کان مستحق ۽ حقدار ثابت ٿيا.

سرمستي وڪر جي هنن وارثن جو ڪرامت جهڙو ڪارنامو هي به آهي ته هنن ڪيترن خاندانن ۽ ذاتين کي صوفي مبلغ بڻائڻ کانسواءِ شاعر ۽ اديب به بڻائي ڇڏيو. توجهه لائق حقيقت هي آهي ته سنڌ جي ڪنهن به صوفياڻي گاديءَ جا پوئلڳ ايترا شاعر ڪونه آهن، جيترا درازن جي درگاهه جا آهن. اهي به اتفاق طور تي نه، پر پشت به پشت ٿيندا ۽ رهندا آيا. نه فقط ايترو پر هڪ ئي وقت تي هڪ ئي خاندان جا هڪ کان وڌيڪ شاعر ٿي گذريا. اهڙن خاندانن مان ”ڪوجهي فقير جو خاندان“ به هڪ هئو. جنهن محمدبخش ”ڪوجهي“ سندس چاچو احمد علي فقير ۽ سندس پاءُ ”ڪريم ڏنو“ جهڙا شاعر پيدا ڪيا. اهي سڀ همعصر هئا. ڪوجهي فقير ۽ احمد علي فقير ته ٽولي پائي به هئا، جو ته ٻئي گڏجي درگاهه تي چونڪي به پريندا هئا.

درازي درويشن جي توسط سان علم، ادب ۽ شاعريءَ جا ترويج تي آهي، ان جي اطمينان جوڳو تحقيقي ڪم ڪونه ٿيو آهي، نه ته هوند ڪيترن کي ڏندين آڱريون اچي وڃن ته هن درگاهه ڪيڏا نه اڻ ڳڻيا سگهارا شاعر پيدا ڪيا آهن.

جڏهن به درازي درگاهه جي پوئلڳ شاعرن جو ذڪر نڪرندو ته فقير ڪريم ڏني جو نالو پڻ وڏي ادب ۽ احترام سان ورتو ويندو. هن پلوڙ صوفي شاعر ته شاعريءَ جا مٽ پريا، پر هن کان اڳ ڪنهن مناسب نموني سان انهن منن مٽن کي ٽڏيءَ ڇانوَ ۾ ڪونه رکيو. انهيءَ

چڱي ڪم جو ڪٿو محترم پروفيسر الطاف "اثيم" جي نصيب ۾ لکيل هو جنهن ڪري هي صاحب اسان کان گوءِ کٽي ويو.

ڪريم ڏني فقير جو ڪلام ۽ احوال انتهائي مختصر طور تي اڳ ۾ شايع ٿي چڪو هو ۽ انهيءَ موضوع تي ڪي حوالا ۽ اشارا ڪن ڪتابن ۾ موجود هئا، پر معياري شاعري ۽ ان جي خالق سان ڀرپور انصاف ڪرڻ جي تقاضا اها ئي هئي ته موضوع تي پروفيسر الطاف "اثيم" وانگر ڪم ٿيڻ گهرجي.

محترم الطاف "اثيم" ڪي هھڙي معياري ۽ منظم نموني ڪم ڪرڻ لاءِ ٻنو فرض عائد ٿئي پيو هڪ طرف پاڻ اهل قلم آهي ۽ ٻئي طرف "سچل چيئر" جو ڊائريڪٽر آهي. محترم الطاف "اثيم" صاحب "ڪريم ڏني جو ڪلام" مرتب ڪري نه فقط ٻئي قرض لاٿا آهن پر جس به لهڻي آهي.

ڪريم ڏني فقير، جنهن جو اصل نالو ڪريم بخش هو مگر سندس روحاني رهبر ۽ مرشد حضرت سخي قبول محمد دوم ڪيس پيارمان ڪريم ڏنو بڻايو عوام دوست ڪاموري، درازي درگاهه جي لاڏلي سردار محمد بخش ڪوجهي جو ٻيو نمبر پاءُ هو. سندن خاندان تي واليءَ وڏا وڙ ڪيا جو سندن والد شيخ الاهي بخش به ڊپٽي ڪليڪٽر ٿيو ۽ سردار محمد بخش ڪوجهي به ڊپٽي ڪليڪٽر ٿيو سندن ڏاڏو شيخ قادر بخش وري منصف جي عهدي تي مامور رهيو. سندن وڏا خاص طور والد محترم راڻيپور جي روحاني راڻول حضرت پير صالح شاهه جيلانيءَ جو مريد هو. پر سندس اولاد کي جهڙوڪ درازي درويش حضرت سخي قبول محمد دوم سڌي پنهنجو ڪيو.

سردار محمدبخش "ڪوجهي" حيدرآباد ۾ آباد ٿيو ۽ تعليمي حوالي سان ادارا جوڙي حيدرآباد کي آباد ڪيائين. ڪريم ڏني فقير وري ڪراچي وسائي ۽ اتي ئي مٽيءَ ماءُ حوالي ٿيو. ڪيس شمس العلماءِ ڊاڪٽر دائود پوٽي جي پي . اي ٽيڻ جو موقعو مليو ۽ ڪجھ وقت اها ملازمت ڪيائين، هن سگهاري ۽ سٺي شاعري ڪئي، پر ان کي اڳ ۾ ايتري پذيرائي ڪا نه ملي. غالباً 1994ع ڌاري سندس ڪلام جو ٿورو حصو ڪتابي صورت ۾ ضرور شايع ٿيو پر هي پهريون دفعو آهي جو محترم پروفيسر الطاف "اثيم" انهيءَ حوالي سان تعريف جوڳي ڪوشش ڪري هي ڪتاب مرتب ڪيو آهي.

فقير ڪريم ڏني جي شاعري ڪا جذباتي عمل جو ردعمل ڪو نه آهي ۽ نه وري ڪنهن شوق جو نتيجو آهي. سندس شاعري پڙهڻ ڪانپوءِ انهي نتيجي تي پهچي ٿو ته هو نه فقط هڪ پختو شاعر هو مگر ان سان گڏ راڳ ۽ راڳڻين جو به ڄاڻو هو. درازي درويشن جو اهو هڪ ڪرامتن جهڙو ڪارنامو آهي، جو هنن سنڌ کي وڏي تعداد ۾ پلوڙ صوفي شاعر ۽ راڳ/راڳڻين جا ماهر ڏنا. فقير ڪريم ڏني جي ڪلام مان اسان کي سچل سرمست جي فڪر ۽ پيغام جي خوشبوءِ اچي ٿي، هن فقير جو ڪلام نه فقط سندس مرشدن جي فڪر ۽ پيغام جو تسلسل آهي،بلڪ ڪنهن حد تائين ان جي تشريح پڻ آهي.

اهو حسن اتفاق يا عجيب اتفاق آهي ته درازي درگاهه جي اڪثر پوئلڳن مرشد ۾ فنا ٿيڻ واري منزل ماٽي هين لاءِ مثال قائم ڪيا، اهو ئي سبب آهي جو اسان کي ڪريم ڏني فقير جي ڪلام ۾ نه فقط اهڙي جهلڪ نظر اچي ٿي پر سندس ڪلام تي مرشدن جو فني ۽

فڪري اثر بہ محسوس ٿئي ٿو. مثال طور فڪري حوالي سان حضرت سچل سرمست ”درد“ جي عظمت ۽ اهمت بيان ڪندي فرمائي ٿو.

هيهات ڪہ بيخبر شدي زو
غم درد بگير در غمش شو
جز درد دگر راه نباشد
شاهہ اسد دگر شاهہ نباشد
اين درد رساندت خدارا
در لحظ غايدت خدارا

معنيٰ تہ: ارمان جو توکي ان جي قدر جي خبر نہ آهي، تون درد جو غم وٺ ۽ ان جي غم ۾ رهہ. درد کانسواءِ ٻي ڪا راهہ ڪانهي. درد بادشاهہ آهي، ٻيو ڪو بادشاهہ ڪونهي. اهو درد توکي خدا وٽ پهچائيندو ۽ لحظي ۾ توکي خدا ڏيکاريندو.

هاڻي پنهنجي هادي، مرشد جي مرشد ۽ رهبر جي تعليم جو اثر ۽ ان جي جهلڪ جي اندازي لڳائڻ لاءِ ڏسو تہ فقير ڪريم ڏنو پنهنجي شاعريءَ ۾ چا چئي:

توکي خبر ڪهڙي ادا، آهي درد ري اونده سدا

ڪريم ڏني فقير جي ڪلام ۾ اهڙي جهلڪ هنڌين ماڳين نظر ايندي، سندس ڪلام نہ فقط فڪري حوالي سان پنهنجي/سندس مرشدن جي فڪر تعليم جو تسلسل آهي، پر فني حوالي سان بہ هن شاعر جي ڪلام تي حضرت سچل سرمست جي ڪلام جو اثر نظر اچي ٿو. تتبع جو هي اندازو ڏسو.

سچل سائين فرمائي ٿو:

”حسن تنهنجو تو اچي طرحون طرح ڏيکار ۾“

فقير ڪريم ڏنو ساڳئي زمين ۾ ڳالهہ ٿو ڪري:

"حڪم تنهنجو ٿو هلي، سهڻا سدا سنسار ۾"

فقير ڪريم ڏني جي شاعري ثابت ڪري ٿي تہ هو شاعر جي حيثيت ۾ ئي نہ فقط فڪري ۽ فني حوالي سان "مرشدن ۾ فنا جي منزل" ماڻي ٿو پر هڪ عقيدتمند مريد جي حيثيت ۾ بہ درازن ۽ درازن جي درويشن جا ڳڻ ڳائي ٿو. سندس ڪلام مان "سرشہ نامي" جي سري هيٺ ڪوڙ سارو ڪلام ڪڍي مثال طور پيش ڪري سگهجي ٿو. مثال طور ملاحظہ ٿين:

ديدار در درازي، پنهنجو پرين پسايو
وچ سخي سردار ڏي انهيءَ برهہ جي بازار ڏي
تنهن شهہ درازين پار ڏي، جت عشق جي ڪوري پري

هادي ۽ رهبر جي حب درازي درويشن جي مريدن، شاعرن جي شاعريءَ من پسند موضو رهيو آهي. جيتوڻيڪ مرشد جي واڪاڻ ۽ مرشد ڪي دل جي دنيا سنوارڻ لاءِ التجائون اڳ بہ سنڌي صوفياڻي شاعريءَ ۾ موجود آهن، پر درازي درگاهہ سان لاڳاپيل شاعرن جي ڪلام جو ڳچ حصو انهيءَ موضوع تي مشتمل آهي، ان ڪري هيئن چوڻ مناسب ٿيندو تہ هن درگاهہ سان واڳيل شاعرن جو تعداد بہ ٻين درگاهن جي معتقدن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ آهي تہ مرشد جي واکاڻ وارو ڪلام بہ هنن شاعرن جو معيار خواهہ مقدار جي لحاظ کان ٻين کان سرس آهي. ائين ٿو ثابت ٿئي تہ جهڙوڪ درازي معتقدن کي ڪنهن ٻئي شخص يا فرد سان "مجازي عشق" ڪرڻ ايترو پسند ڪونهي. ان ڪري اهي مجازي ۽ حقيقي عشق لاءِ مرشد جي ذات کي مرڪز ۽ محورجاڻن ٿا. مرشد ئي هنن لاءِ سڀ ڪجهہ آهي. اهو سونهن جو

سردار حسن جو حاڪم ۽ درد جو دارون آهي، اهو سبب آهي جو فقير ڪريم ڏني جي شاعري هن طرف روپ وٺي ٿي:

ٻڏو ٻاڏاڻ ٻهڳڻ ٿون، محابي يا رسوالله ص

دفع ڪر يار هي آزار محابي يا رسول الله

پيچو نفس سندا رايا، شيطاني راند جا سعيا،

ڪوڙيءَ محبت سندا ڪايا، محابي يا رسول الله.

فقير ڪريم ڏني جو عشق پنهنجي مرشد کان شروع ٿئي ٿو ۽ مرشد تي ختم ٿئي ٿو. ان کان پوءِ حقيقت طرف راغب ٿئي ٿو. اهڙيءَ طرح هو جنهن حسن کان متاثر آهي، اهو سندس مرشد جوئي حسن آهي، هن شاعر حسن ۽ عشق تي ائين ويچار ونڊيا آهن. جيئن ڪو باقي عاشق ونڊي سگهي ٿو. نرمل جا نيڻ هجن يا زورآور زلف هجن، انهن جي جاءِ جادو جهڙي اثر جي ڳالهه فقير ڪريم ڏنو ڪنهن عاشق کان گهٽ ڪونه ٿي نڪري:

عينا عجب عجائب، چشمان دي يا چالي،

عشق تنهنجي اسان کي، آٽي چنبن ۾ چايو

نازن وڏو سون موهي، زلفن جو دام پيڙو

مشتاق هي مري ٿو گهورڻ تنهنجي آ گهايو.

فقير ڪريم ڏني جي شاعراڻي ذات جو اهو ڪمال آهي ته اها عشق کي عشق، حسن کي حسن ۽ محبت کي محبت جي ئي روپ ۾ بيان ڪري ٿي، ان ڪري ڪنهن غير مريد کي انهيءَ شڪايت ڪرڻ جو موقعو ئي نه ملندو ته ڪو هن شاعر مرشد سان لاڳاپيل ذاتي عشق ۽ محبت کي عام انساني جذبي طور پيش نه ڪيو آهي. فقير

ڪريم ڏني جي عشقيہ شاعري، عشق، محبت ۽ حسن جي سمورن زاوين تي محيط آهي ۽ اها هر پڙهندڙ چاهي اهو درازي درگاهہ جو معتقد هجي يا نہ هجي، ساڳئي طرح اپيل ڪري ٿي ۽ پڙهندڙن/ ٻڌندڙن کي ائين ٿو لڳي تہ جهڙوڪ فقير ڪريم ڏني سندس ئي جذبن، امنگن ۽ احساسن جي ترجماني ڪئي آهي:

تنهنجي حسن سندي جهلڪار

برهہ بي تاب ڪيو

فوج حسن جي چڙهہ چڙهہ آوي، ڪري شوق شڪار

برهہ بي تاب ڪيو.

مرشد سان محبت ۽ روحاني رهبر سان عشق جو مطلب فقير ڪريم ڏني وٽ اهو آهي تہ تصوف جون منزلون طئي ڪبيون هلجن ۽ اڳتي وڌبو رهجي: تان جو پا جو پاڻ کي پڙهائجي ۽ ٻين کي ٻڌائجي تہ:

رک خوف تون خدائي، جيتر جيئن تون جائي

وٽ حق جي تون وائي، ٿيندءِ پڇا قبر ۾.

ڪريم ڏنو فقير بنيادي طور تي صوفي شاعر آهي ۽ سندس شاري جو مرڪز موضوع اهو آهي. هن پنهنجي شاعري جي هر هڪ مصرع ۽ هر هڪ لفظ ۾ اها ئي تند تنواري آهي. هن پنهنجي شاعريءَ کي ڪنهن عام رواجي يا روايتي صوفيءَ جي زبان بڻائي نعريبازي ڪانہ ڪئي آهي پر ان جي پيٽ ۾ هڪ مشتاق صوفيءَ جو درد جو آواز بڻايو آهي:

وائي رهي نا وات ۾، بي ڪنهن بن يار يان

هوڏ هستيءَ جي پڇيءَ موج مستيءَ جي چڙهي.
ذڪر ذاتي جو اندر دل ۾ وڃي نعرو سدا
عشق جي آتش ڪنان، هي خيال خوديءَ جو سڙي.

ڪريم ڏنو فقير پنهنجي شاعريءَ ۾ تصوف جي انهن ۽ اهڙن رندن ۽ پنڌن جي ڳالهه ڪئي آهي، ان ڪانسواءِ پنهنجي صوفياڻي مسلڪ ۽ منزل جا پار پتا پڻ ٻڌايا آهن. چوي ٿو:

فمن عرف نفسه اهو ساجن دا پيغام
مليو سي عشق انعام
چولي اندر ڪونہ پيا ٻولي، صوفي سمجهي مام
مليو سي عشق انعام
ڪريم ڏنو وڃي قربان، اُتون سيد جام
مليو سي عشق انعام.

تصوف جي تحريڪ جي تاريخ ٻڌاي ٿي تہ صوفين جتي پاڻ سڃاڻڻ، پاڻ کي سمجهائڻ ۽ پاڻ کي مڃائڻ جي ڳالهہ ڪئي آهي، اتي انهيءَ ملان، قاضي ۽ سندن من پسند تشريح تي بہ تيڪا ٽپڻي ڪئي آهي، ڇو تہ صوفي جي خيال ۽ ايمان مطابق بندي کي ڏٺي جي ويجهو آڻڻو آهي، نہ کي خالق ۽ انساني مخلوق جي وچ ۾ ويڇو وجهڻو هي. انسان، الاهي ڪٽنب جو فرد آهي ۽ ڪٽنب جو هر فرد ٻوءِ ڇريو ڪريو ڇو نہ هجي گهر ڌڻي/ڪٽنب ڌڻي گهر مان ڪڏي ڪونہ ڇڏيندو آهي. ڪٽنب جو هر فرد عزت، احترام ۽ انعاس اڪرامن جي حقداريءَ ۾ هڪ جيترو برابر جو شريڪ ٿيندو آهي. صوفي انهيءَ کي نظر جو پرچار ڪندو آهي پر سندس خيال ۾ ملان ۽

قاضي مذهب جي من پسند تشريح ۽ فروغي ڳالهين ۾ ماڻهو منجهائي رکن ٿا ۽ ڪيترين ڳالهين ۾ خدا کي اهڙي روپ ۾ ظاهري ڪن ٿا جو عام ماڻهو ڏپ وچان پري وڃي ٿو.

ملان قاضيءَ جي اهڙي روايتي ڪردار تي فقير ڏني به ٽيڪاٽپڻي ڪئي آهي:

قاضيا تون آڻ ايمان، پيا پيالو پُر ڪري
ڇوڙ ڪتابان يار تون، تي مل ڪنان بيزار تون
ڪر وحدت جو واپار تون، تان نفس ۽ شيطان مري
پي پيالو پُر ڪري
ڇڏ واعظ اي يار ميان، ترت تسبيح توڙ ميان
خيما اندر ۾ کوڙ ميان، آهي يار توکان نا پري
پي پيالو پُر ڪري

فقير ڪريم ڏني جي ڪلام جي فني جائزي وٺڻ لاءِ معلوم ٿئي ٿو ته هو هر وجه کان هڪ برجستو شاعر هئو ۽ شاعر جي حيثيت ۾ علم عروض ۽ راڳ جي فن کان واقف هئو سندس شاعريءَ ۾ ڪي وڏا جهول نظر نٿا اچن پر ان جي برعڪس سندس شاعري ۾ ڪيترين فني خوبين ۽ صنعتون موجود آهن. تجنيس حرفيءَ جو ڏاڍو وڏندڙ ۽ ڀرپور استعمال ڪيو اٿس. ان سلسلي ۾ هي مثال ملاحظه فرمايو.

ديدار در درازي، پنهنجو پرين پسايو
عينا عجب عجائب، چشمان دي يار چالي
ڪيو صاف منهنجو سينو ڪڍي کوڙ ڪپٽ ڪينو
سورن سنڌ سڪايا، جيرا جوش جلايا

مٿي ذڪر ڪيل گذارشن جي نتيجي ۾ اها راءِ قائم ڪري سگهجي ٿي ته محرم پروفيسر الطاف ”اثيم“ پنهنجي علمي ۽ قلمي ڪاوشن ذريعي وڏو ڪارنامو سرانجام ڏنو آهي. هن فقير ڪريم ڏني جي ڪلام کي مرتب ڪري هڪ طرف سنڌي شاعري جي خزاني ۾ سٺي ڪتاب جو اضافو ڪيو آهي ته ٻئي طرف سچل فهمي ۽ تصوف فهميءَ لاءِ پڙهندڙن کي اضافي مواد موجود ڪري ڏنو آهي. هن صاحب ههڙي خدمت ڪارڻ ڪيرون لهڻيون.

**ڊاڪٽر درمحمد پٺاڻ**

ويب سائيٽ:www.gulhayat.com
اي ميل: dr_pathan@yahoo.com

# صوفي ڪريم ڏنو فقير

## (شخصيت ڪلام ۽ پيغام)

الطاف اثيم

(سونهاري سنڌ اندر پيلارن صوفي بزرگن جنهن به ڳوٺ، شهر، واهڻ وستيءَ ۾ پنهنجي آستانا ۽ خانقاهون قائم ڪيون، اتي هنن نه فقط ديني ۽ دنيوي تعليم جو پورو پورو بندوبست رکيو پر سنڌن محبت واري مدرسي ۾ مريدن کي اهڙو علم به پڙهايو ويندو هو جنهن سان انهن جو اندر اجرو آئينو بڻجي پوندو هو ۽ نظر اهڙي نيڪ ٿي ويندي هين جو وٽن رنگ، نسل، ذات پات، مذهب ملت ۽ دولت غربت جا سڀ فرق فنا ٿيل هوندا هئا.

اڳوڻي رياست خيرپور جي بن پراڻن تاريخي شهرن راڻيپور ۽ گمبٽ جي وچ ۾ هجري ٻارهين صديءَ جي شروعات ۾ پنهنجي زماني ۾ سنڌ جي سيوهڻ صوبي جي حڪمران فاروق گهراڻي جي هڪ طالب مولا مرد "خواجه محمد حافظ عرف ميان صاحبڏني" هڪڙو ڳوٺ ٻڌي پنهنجي ڪٽنب سميت اچي آباد ٿيو. پاڻ ان ڳوٺ جو نالو "درازه" رکيائين، جيڪو اڳتي هلي سلوڪ جي راه جي پانڌيئڙن ۽ صوفي طريقت وارن طالبن لاءِ راز جو در بڻجي ويو. يعني اهو در جتان قرب الاهي ۽ عشق حقيقي جون رمزون ۽ راز سمجهايا ويندا هئا.

ميان صاحبڏنو سائين، سيد عبداللطيف ڀٽائي، مخدوم عبدالرحمان، شهيد کهڙائي ۽ سيد موسيٰ شاهه جيلاني لوءِ صاحبان

(گهوٽڪي) وارن جو هم عمر هوءِ پاڻ انهن سان روحانيت واريون ڪيتريون ئي رهاڻيون ڪيون هئائين.

ميان صاحبڏني جي اولاد مان ميان صلاح الدين، خواجه عبدالحق (سچل سائين چاچوءِ مرشد) خواجه عبدالوهاب "سچل" سخي قبول محمد اول، ميان نجم الدين، ميان نظرمحمد، ميان محمد غوث ۽ ٻيا ڪيترائي ڀلارا بزرگ ٿي گذريا آهن، جن برابر معرفت جو معراج ماڻيو هو.

جهڙيءَ ريت پنهنجي زماني ۾ صوفين جي سرتاج سائين سچل جو وجود، راهه جي حق جي طالبن لاءِ هڪ روشن مينار جيان قائم هيو تهڙيءَ ريت ڪائنس پوءِ ميان صاحبڏني جي ڇهين پيڙهي ۾ سندس 1272 هجري اندر درازي تخت تي سالڪن جي سونهن ۽ عارفين جي اکين جو اجالو ميان سخي قبول محمد ٻيو جلوه افروز ٿيو. عشق الاهي سان مڪمل سرشار رهڻ شخصيت مسندِ معرفت تي نذيڻ ۾ ئي ويهڻ سان روحاني فيض جا دروازا کولي ڇڏيا، چاڪاڻ ته پاڻ جمندي ئي جام هيو. هن وٽ تصوف جي نظرياتي تعليم سان گڏ ان جي عملي تربيت جو پڻ اهتمام ٿيل هو ڇو ته هو پاڻ ئي هڪ صاحب دِل صوفي ۽ عارف بالله هيو. وٽس بنا فرق جي فقيراڻي فيض جي اجراءِ جون خبرون ڏيهان ڏيهه پکڙيون ته سائل ۽ سڪايل پنهنجا سينا سيراب ڪرائڻ لاءِ پري پري کان پهچڻ شروع ٿيا. سالڪ جي رڳو وٽس پهچڻ جي دير هوندي هئي. سندس نظر فيض اثر اونداهين دلين کي روشن ڪيو. هزارين سائلن سندس فيض جي سخا مان پنهنجي لاءِ حصو حاصل ڪيو مگر جن کي پريم جي پيالي مان

سر ڪي ڪجهه سوائي ملي، تن ۾ هينيان طالب فقير گهڻا مشهور ٿيا آهن. ايسر فقير روهڙي وارو، ماستر احمد علي، پير ڳوٺ وارو هادي بخش، آغا غلام نبي صوفي، رجب علي دلسوز، اميد علي خواجائي، رڪي ٻائي عرف نماڻو فقير، بهاول فقير، قاضي علي اڪبر درازي، سردار بهادر محمدبخش "ڪوجهي" ۽ ڪريم ڏنو فقير.

سائين قبول محمد دوئم جي پياري طالب ڪريم ڏني فقير بابت هتي اسين ڪجهه تفصيل سان ذڪر ڪنداسين. هن جو اصل مائٽاڻو نالو ڪريم بخش هيو. سندس وڏا پهريان بلوچستان جي علائقي پاڳ ناڙي ۾ رهندڙ هئا. جتان انگريز راڄ ۾ لڏي اچي سنڌ جي تاريخي شهر شڪارپور ۾ رهائش اختيار ڪيائون. سندس والد بزرگوار مرحوم شيخ الاهي بخش ڪليڪٽر جي عهدي تي فائز رهيو. ڪريم بخش جو ڏاڏو قادربخش ۽ والد الاهي بخش ترتيبوار راڻيپور جي جيلاني بزرگن ۽ پير شاهه محي الدين ۽ پير ابومحمد صالح شاهه جا مريد هيا. مرحوم شيخ الاهي بخش کي پنج فرزند هيا. محمدبخش، رحيم بخش، عبدالرحمان، عبدالغفور ۽ ڪريم بخش. سندس گهراڻو روشن خيال ۽ اعليٰ تعليم يافته هجڻ ڪري وڏن وڏن سرڪاري عهدن تي فائز ٿيو. جيتوڻيڪ سيئي پائر عهديدار ۽ عملدار هئا. مگر عملداري سان گڏ فقر جو پاڳو محمد بخش ۽ ڪريم بخش جي حصي ۾ آيو. اهي ٻئي پائر فيض رسان فقير حاتم دِوران سخي قبول محمد درازي (دوئم) جا طالب ٿيا. جيئن ته سندس مطالعو ۽ مشاهدو وسيع هيو تنهن ڪري خبر هُين ته مرشد هادي جي رهنمائي بنا عبادتن ۽ رياضتن جا ثواب ۽ درجات نه ملي سگهندا

مگر حق سان هيڪڙائي يا قرب الاهيءَ حاصل ٿيڻ ممڪن نہ آهي. هو پنهنجي ڪامل اڪمل مرشد جي محبت ۾ محو ۽ مست مگن رهڻ لڳا. سخي سائين مٺن مهربانيءَ جي نظر ڪندي هڪ ڪي پيار مان "ڪُوجهي" سڏڻ لڳو ۽ بئي ڪي ڪريم بخش مان"فقير ڪريم ڏنو" ڪوٺيائين. جيئن فقير اظهار ڪيو آهي تہ:

طالب "شاهہ سخي" دا هوڪي، "ڪريم ڏنا" نام سڏيندي هون
اسان ڏيان الف ڪون ڏيندي هون.

مرشد جي مهرباني بنا فقر جي راهہ جو پنڌ پورو ڪري منزل تي پهچڻ تہ پري رهيو رڳو ان سفر جي شروعات تي وِک بہ کڻڻ وڏي ڳالهہ آهي. جيئن سچل سائين بہ اقرار ڪيو آهي.

هادي مهدي مرشد ميڏا، قادريہ هي ڪامل
عارف عبدالحق بهردم، نال مريدان شامل

فقير ڪريم ڏني پنهنجي محبوب مرشد سخي قبول محمد جي روحاني رتبي ۽ وصفن جي واکاڻ پنهنجي ڪلام ۾ وڏي واڪ ڪندي فخر محسوس ڪيو آهي:

"ڪريم ڏنہ" ڪر فڪر نہ ڪوئي، مرشد لهندئي سار
رک توڻ اُميد مرادوں پچڻ جي

فقيري منزل تي رسڻ لاءِ مال، دولت، شان، شوڪت، عيش، آرام ۽ ٻيون نفساني خواهشون ختم ڪيون وڃن ٿيون. ڪريم ڏني فقير بہ مرشد کان اهڙوئي سوال ڪيو آهي:

مئي متي ميخان مان، ڏي منا پيالو پري
پير مغان پيو هان اچي، در تنهنجي پنڌڙو ڪري

صاف سينو ڪان سياهي، اسان پيئڻ ٿي جام جي
قلب جي ڪارنهن ڪٽي، هيءَ دل سچي روشن ڪري
"ڪريم ڏني" تي لطف ڪيو، ڏئي سرس سرڪي، ذوق جي
آس منهنجي آ اها، تان جسم هي سارو ڳري

فقير ڪريم ڏنو نهايت نفيس طبع مالڪ هو خوش لباس انسان هيو ظاهرداري ۾ ته هو هڪ سرڪاري عملدار ۽ آفيسر گهراڻي جو فرد هيو مگر سخي مرشد جي صحبت سبب زندگي جا زاويه تبديل ٿي ويا هئا. هو پلي عام جي آڏو قيمتي لباس پهري، موٽر ۾ ويهي پنهنجي روزمره جي مصروفيتن کي منهن ڏيندو هيو مگر هو "دست به ڪار دل به يار" واري چوٽي جو مثالي نمونو هيو. مالڪ حقيقيءَ سان محبت جي نشاني ان جو ذڪر ڪرڻ آهي، جنهن وجود لاءِ دل ۾ محبت سمايل هوندي آهي تنهن جي تعريف يا ذڪر ڪرڻ لاءِ زبان زور پئي پريندي آهي، جيڪڏهن ڪنهن نيڪ انسان جي دل ۾ هميشه ياد الاهي رهي ٿي ته پوءِ ان جي زبان ۽ ٻيا عضوا الله پاڪ جي حڪمن جا پابند ٿي وڃن ٿا. صوفي درويشن بندي کي رب سان ملائڻ خاطر ذڪر اذڪار جا مختلف طريقا ٻڌايا آهن، جن ۾ ذڪر جَهري، ذڪر سَري، لساني، خفي، قلبي وغيره شامل آهن. اهو ذڪر جسماني قوت يا تندرستي لاءِ نه پر ايمان جي پختگي، روح جي پاڪيزگي ۽ درجات جي بلنديءَ لاءِ هوندو آهي. جيئن حڪم خداوندي به آهي ته "فاذڪروني اذڪرڪم" (تون مون کي ياد ته مان (الله) توکي ياد ڪريان) پٽائي بادشاهه جي زباني وري هيئن ته "ياد جنين کي يار، سي يار کي" واضح ٿيو ته ذڪر جو طريقو مقرر ڪوبه نه آهي مگر

مطلقاً ذڪر جو حڪم آهي. اسان جي درازي درويشن وٽ ذڪر جو جيڪو طريقو رائج هيو سو سچل سائين پنهنجي هڪڙي بيت ذريعي ظاهر ڪيو آهي.!

الف باب مطالعہ ڪيجي، ب ت ث نہ سٽيجي
آوڻ "الله" جا وڃڻ "هو" اهو دائم دم ڏريجي
نال يقين تصور دي وچ، سبق سنيال پڙهيجي
ڏوجهي باب حرف "ب" دي "سچل" ڪنهن دي ڪاڻ پڙهيجي

ذڪر اسم ذات کي صوفين جي اصلاح ۾ "پاس انفاس" چوندا آهن، تصوف جي درازي درسگاهہ جي طالبن کي پنهنجي مرشدن اها ڳالهہ سمجهائي ڇڏي هئي، اهڙي ثابتي سچل سائين جي پياري طالب فقير نانڪ يوسف جي هن سرائيڪي بيت مان ملي ٿي.

جو دم عشق الله بن جاوي، سو تان محض مماتي
"پاس انفاس" نہ سمجهن موڳي، موهي سبق صفاتي
بيا سڀ سير سرابي جاڻن، عاشق اسم ذاتي
"نانڪ يوسف" يار سچو دا، هر دم عشق حياتي

سچل سائين جيڪو ذڪر جو طريقو سمجهايو آهي سو آهي، آوڻ "الله" جاوڻ "هو" يعني ساهہ اندر ڪڍجي تہ ساهہ ۾ حرف "الله" سمايل هجي ۽ جڏهن دم ٻاهر ڇڏجي تہ لفظ "هو" اچاريل هجي. يعني "الله هو" ساڳيو ئي ذڪر سائين قبول محمد پنهنجي طالب ڪريم ڏني فقير کي سمجهايو جيڪو سندس ساهن ۾ سمايل هو جيئن ظاهر ٿو ڪري تہ:

دم هي حق الحق "هو"

دم هي شاهي شان ميان

"الله" "آوڻ"، "هو" جاوڻ، ڪِرتا ڪرين وچ ساھہ ميان

دم ديان رمزان راز رباني، برھہ سارا هي باھہ ميان

عارف ۽ عشاق هن ظاهري زندگيءَ جي ضرورتن سان منهن ڏيندي هلندا چلندا نظر ايندا آهن مگر هن دنيا جي رنگينين ۽ رونق ۾ پاڻ کي اصل ڪونہ ڦاسائيندا آهن. هنن جو سمورو ڌيان حقيقي مالڪ جي مشاهدي ماڻڻ ۾ هوندو آهي ۽ روز ازل ميثاق واري ڪيل معاهدي جي پاسداري لاءِ پاڻ کي پابند رکيو ايندو آهي. انهيءَ پس منظر ۾ ڪريم ڏني فقير هيئن فرمايو آهي تہ:

اسان ڏيان الف ڪون ڏيندي هون

ب تِ ڪونہ ليکيندي هون

ذڪر ذاتي، هر دي اندر نال صدق ڪريندي هو

ڏيان الف ڪون ڏيندي هون

ڪريم ڏنو فقير جنهن مڪتب جو طالب هيو تن ۾ گهڻائي شاعرن جي آهي، هو پاڻ بہ هڪ فطري شاعر هيو چو تہ سندس ڪنهن کان شاگردي وٺڻ واري ڳالهہ يا اصلاح وٺڻ جي خبر نہ ٿي پئي. سندس طبيعت تي صوفياڻي صحبت جو اثر غالب هيو هن سنڌي ۽ سرائيڪي زبانن ۾ شعر چيو آهي، سادگي ۽ رواني، ان جون اهم خاصيتون آهن. پاڻ صوفي باصفا هجڻ جي ناتي پنهنجي شاعري ۾ عشق مرشد، عشق رسول، عشق الاهي ۽ وحدت الوجودي خيالن جو ڀرپور اظهار ڪيو اٿائين. مطالعہ مان معلوم ٿيندو تہ ڪلام جو اڌ کان مٿي حصو وحدت الوجودي خيالن سان ڀرپور آهي. وحدت

الوجودي صوفين جو مُلن واري طبقي سان ايترو گهٽو ويجهڙائپ وارو رستو ناهي رهندو. ملان مولوي کي شرعي علم تي ناز رهندو آهي، صوفي روحاني رازن ۽ رمزن کان واقفيت جا دعويدار هوندا آهن. صوفين کي مُلن جي مذهبي، نيڪيداري، ترقي دشمني ۽ تنگ نظري کان نفرت رهي آهي، سچل سائين ته انهن جي ظاهرداري ۽ مذهبي ڪاروبار کي ننديو آهي.

مسجد دي وچ ڪاڻ ٽڪر دي
ڏيون بانگ صلاتان
عالم ليکي روزي رکدي، ڪاڻ ديان آفاتان

ڪريم ڏني فقير به ملان کي متوجه ڪندي چيو:

ملان متا هٽين چو ڳول يار کي اندر ۾
تسبيح سان جنگ ڪوڙي، ناحق ملان تو جوڙي
ڪليئي دل ته تڏهن سموري، تپين نينهن جي نهر ۾

صوفين جي نزديڪ سماع کي وڏي اهميت حاصل. اهي راڳ ذريعي پنهنجي وجد ۽ ڪيف کي بيدار ڪندا آهن. سخي بادشاهه جي ڪچهريءَ ۾ به روزانو ڪيترائي صوفي راڳي چونڪي پرڻ ايندا هئا، جيڪي مختلف صوفي بزرگن جو ڪلام پيش ڪندا هئا، جيئن ته سرڪار پنائي جو رسالو سنگيت جي سُرن تي مشتمل آهي ۽ سچل سائين جو سمورو ڪلام به راڳداري وارن سُرن تي مبني آهي، تنهن ڪري انهن جا ڳائيندڙ يا ٻڌندڙ به سنگيت وديا جا وڏا وڏا ماهر ۽ سريلا هيا. ڪريم ڏني جو سمورو ڪلام راڳڻين جي سري هيٺ آهي، جن ۾ ڪلياڻ، ڪوهياري، تلنگ، جوڳ، پهاڙي، پٽ مجري ۽

توڙي وغيره شامل آهن. ڪريم ڏني فقير جي ڪلام جو جائزو وٺڻ سان پتو پوي ٿو ته پاڻ سچل سائين جي ڪلام سان گڏ سنڌ جي ٻين صوفي بزرگن جو ڪلام به گهڻي دلچسپي ۽ ڌيان سان پڙهندڙ هو. گهاڙيٽي ۽ مضمون جي لحاظ کان سچل جي ڪلام ”تتبع“ ته واضح موجود ملي ٿي مگر جن ٻين فقيرن جي ٻولي کان متاثر ٿيو سي آهن شاه نصير نوشهرائي ۽ پير صالح شاه جيلاني راڻيپوري. شاه نصير چيو:

غمزن ساڻ غلام ڪري وئين يار اسان کي

سڪ ته ”نصير“ کي محب ملڻ جي ڪاڻ پيئڻ حرام ڪري

وئين يار اسان کي

فقير ڏني ڪريم چيو

عشق وارو آزار لڳو آهي يار اسان کي

تن من تانگهي طرف اوهان جي،

پل پل آهي پچار اسان کي.

سچل سائين جي هڪ سرائيڪي ڪافيءَ جا ٻول آهن:

وت شاهي عشق لڳاڻ ڪيا! وت تيڪون آپ چپاوڻ ڪيا.

انهيءَ تتبع تي سائين صالح شاه راڻيپور واري ڪلام چيو:

”تي ظاهر پاڻ لڪائڻ چا، انهيءَ رمز عشاق رهائڻ چا.“

ڪريم ڏني فقير وري چيو ته:

ڏئي قرب منا دل ڏتارڻ چا

مني محبت ۾ من ڦاسائڻ چا

ڪريم ڏني فقير جو مرشد جيئن ته پاڻ بيحد سخي هو تنهن

ڪري اها خوبي هن منجهه به سمائجي وئي، هر مهيني پنهنجي پگهار جو ڳچ حصو مسڪينن، يتيمن ۽ ضرورتمندن ۾ ورهائي ڇڏيندو هو. مرشد ڀائي دوستن مان ڀائي گوردن داس ۽ رجب علي دلسوز سندس گهڻا گهاٽا هيا. سندس گهٽگهرن ۾ سيد پناهه علي شاهه. پروفيسر محبوب علي چنا. منظور حسين پنهور ۽ ڪريم بخش نظاماڻي شامل رهيا. هن پنهنجي حياتي ۾ ڪنهن رنج پهچائڻ جي ڪوشش ڪانه ڪئي. هو مداحي محبت جو متوالو رهيو ۽ لائي توڙ نڀائي ڄاتائين، ڇنڻ مور نه سڪيو.

هن نماڻي نال، ڪرڪا يار ڳنڍڻ جي
هيڪر لائي پيچي دل توڙين
اها واجب ناهي ڳالهه

عشق الاهي حاصل ٿيڻ ڪانپوءِ سالڪ کي پنهنجي هستي جي ساري حقيقت معلوم ٿي ويندي آهي ۽ هو "عبريت" جي اوٽ مان نڪري "الوهيت" واري آئيني آڏو اچي بيهندو آهي. ڪريم ڏني فقير کي پنهنجي مرشد جي مهرباني سان اهو مقام عطا ٿي چڪو هو تنهن ڪري چيو هئائين ته:

روزا نمازون ڪم ملين دا
عشق عشاقان مرڪ وي يار
ذات صفا هڪا هڪ ڄاڻين
رڪين نا ڪو فرق وي يار
پاڻ سڃاڻين پانهنجو تون
ڪر وجود ترڪ وي يار

وچ حسن هادي جي ائين

ڪريم ڏنا رهه غرق وي يار

هر ڪنهن کي هڪ ڏينهن هي جهان ڇڏڻو آهي، سو هي وحدت جو هي وڻجارو به ورهه جو وڪر ورهائي 1946ع ۾ جنت مڪاني ٿيو. سندس آخري آرام گاهه ڪراچي جي ميوا شاهه مقام ۾ آهي. ڪريم ڏني فقير جو ڪٽنب به داتا درازي جي دروازي سان پنهنجو ناتو نڀايو پيو اچي. سندن پوئين مان ڪوبه شعر و سخن جي ميدان ۾ موجود نه آهي، مگر جڏهن به موقعو ميسر ٿيندو آهي ته وڏڙن جي مرشد جي بارگاهه ۾ حاضر ڏئي ايندا آهن.

# پيغام



حضرت سچل سرمست جي ڪلام کان علاوه سندس فڪري وارثن جي ڪلام ۽ پيغام کي ڇپائي پڌرو ڪرڻ پڻ سچل چيئر جي اغراض و مقاصد ۾ شامل آهي. هن کان اڳ ۾ سچل چيئر پاران سردار بهادر محمدبخش ڪوجهي، فقير غلام حيدر گودڙي ۽ ٻين طالبن جو ڪلام ڇپرايو ويو آهي. هن سال چيئر جي ايڊيشنل ڊائريڪٽر ۽ مانائتي محقق الطاف اثيم درازي درسگاهه جي طالب فقير ڪريم ڏني جو ڪلام ڳنو ڪري ترتيب ڏئي ڇپائڻ لاءِ منظوري ورتي. اها ڳالهه گهڻي خوشي جي آهي ته اهلِ دل شاعر جو ٽڙيل پکڙيل ڪلام جنهن کي سچل سرمست جي صوفياڻي سوچ جو تسلسل چئجي سو يڪجا ڪيو ويو آهي. ان طرح سان سوچ ۽ تحقيق جا نوان رخ سامهون ايندا، جيڪي ايندڙ نسلن لاءِ وڏي قيمتي وٿ هوندي.

اهو منهنجو خيال درست هوندو ته هيءَ طرح مرتب ڪيل ڪتاب تاريخ جي وڃايل ورقن کي هٿيڪو ڪرڻ ۽ ايندڙ وقت جي دستِ بردکان بچائڻ طرف اهم قدم تصور ٿيندو. مان هن سال جي اشاعتي سلسلي ۾ سچل چيئر جي صلاحڪار ميان غوث محمد گوهر ۽ ايڊيشنل ڊائريڪٽر الطاف اثيم کي گهڻي اڳڀرائي ڪرڻ تي مبارڪون ڏيان ٿي ۽ دعاگو آهيان ته اسان جا هي ادارا پنهنجي فرضن جي پوري ريت ادائگي ڪري تاريخ ۾ پنهنجو نالو قائم ڪن.

**پروفيسر نيلوفر شيخ**

وائيس چانسلر

شاهه عبداللطيف يونيورسٽي

خيرپور

## فقير ڪريم ڏني جو ڪٽنب هنن فردن تي مشتمل آهي

- قادربخش (ڏاڏو)
  - الاهي بخش (والد)
    - ڪريم ڏنو فقير
      - ڊاڪٽر ممتاز بيگم — ڌيء
      - غلام علي — پٽ
        - فهيم احمد
      - امداد علي — پٽ
        - خرم شيخ
        - شاهه زين فاروقي
      - آفتاب عالم — پٽ
        - بابر
        - شعيب
      - شمشاد بيگم — ڌيء
      - پروفيسر دلشاد شيخ — ڌيء

# اٺ حرفي

الف – آهہ ڪيان ڏاڍي درد ڪنون – جو نهين سوز سماوڻ دا
چاڪ سانون چڪ چُور ڪيتا – نهين چاڪ اسانڏي چاوڻ دا
روئان رات ڏينهان در ڪارڪنون – نهين حال اسانڏي الاوڻ دا
ڪريم ڏنہ پينا واجهہ گهتي – ڏيکي رند تسانڏي آوڻ دا

ب – باهہ برهہ دي آنِ ٻلي – جوجان جو شان وچ جل ڳئي
ڪا رمز لاتِي ول يار رانجهي – جو جان جگر وچ رل ڳئي

وَل سُولان دي وَڪوڙ نيتا – جهو نال جسم دي ولِ ڳئي
ڪريم ڏنہ ڪل نا رهي – جو ڳالهہ رانجهي نال هُل ڳئي

ت – تاب حسن بي تاب ڪِتا – جو هوش عقل تي حال ڳيا
جڏنهان خيال رانجهي وچ چُهت ڳيا – مئن پُل قبيلا سيال ڳيا
اکيان تڪ تڪ مول نہ ٿڪيان – توڙي روئندي ڪيئي سال ڳيا
ڪريم ڏنہ ڪيهي ڳالهہ ڪران – جنهندا حال ڏوجهاتي خيال ڳيا

ث – ثاب پئي سي عرض ميڏي – جڏهان رانجهن مئن گهر آيا
لتي حرف حساب اسانتون – جڏهان ماهي مکہ وکلايا

ڏيکڙ نال سک سرس هوئي – مئن ڏوٹا پور پرايا

ڪريم ڏنہ باري بار برہ دا۔ چئم ڪر چشمين چايا

ج –جلوہ يار حسن رانجهن دي ۔ ڪيتي نور نوراني
چوڏهن طبق روشن هويا ۔ڪل زمين آسماني
عشق آباد ڪيتي ڪل وبڙهي – رحمت اُني رحماني
ڪريم ڏنہ ثم وجہ الله ڏيکيم ۔ جڏهان لگڙي رمز نهاني
ڪريم ڏني تي شاهہ درازي ۔ برهہ دي ڪيتي باراني

ح –حرف سليا جوئي يار سهڻي ۔ سوئي ياد رکيوسي
سو نذرانا ڪرڪي پهلي ۔ پڇي جاڻي عشق چکيوسي
وچون لعل اهو دي اپني ۔ درد والي داستان لکيوسي
ڪريم ڏنہ الله هو دي باجهون ۔ بيا ڪو سبق نہ سکيوسي

خ۔ خوار ڪيتا هڪو عشق تيڏي – ڏوجها طلب تسان ڏي تپايا جي
گهول وجان تنهن گهور اُتون – جنهن گهور نينان دي گهايا جي
جَسُ هويا تنهن يار سهڻي نون – جنهن آپي غمزالايا جي
ڪريم ڏنہ قبول ڪيتا – جيڪو شاهہ قبولڻ دا رايا جي

د –دام دلين وچ دوست درازيءَ – پيچ پرت دا پاتا
ونگهہ گهتيوئي وحدت والا ۔ بي رنگيءَ رنگہ لاتا
نام اسانڏی لکہ چوڙيوني ۔ عشق والا ڪو کاتا
نينهن ڪريم ڏني سوکا لاوڻ اوکا نياوڻ ناتا

# آسا يا گجري

اُٿي درد وارا سبق پڙهہ سنياري ـ ڏنو جيڪو توکي مرشد مام واري
الف آهہ آڏوتي تنهنجو ثابت ـ رکي خيال خاص ڪڍ خام خصلت
الله هو جي اچ وچ ويهہ نان وساري
سمهڻ سڪ صادق ٻئي حرف نيارا ـ پسڻ آهہ پرين فرض تو پيارا
ڪري پنڌڙو پر تون ـ وڃ پرين جي پاڙي
نفي اثباتي عشاقن پسارو ـ في اذڪروني ازلون اشارو
غرق تي نفيءَ ۾ وجود پنهنجو ڳاري
ڪريم ڏنہ تون رهہ مستِ دائم ـ غلامِي درازن جي ڪڻ سر تي قائم
مقبولِ محمد نيندو توکي تاري اٿي.

# آسا ـ گجري

سگھو آءُ سڄڻان توکي ساهہ ساري ـ ڪيءَ ڪار ڪھڙي وتي دل ڏتا
اڳ مون نہ ڇاتو ـ جدائيءَ جو جنجل – ڏکيو يار دلبر ـ سبق وئين سيکاري
ويون سڀ سھيليون ـ سنجھي سات ڪاهي ـ ڪنديس ڇا اڪيلي مونجھارو ٿو ماري
جدائي جانب جي مثل مرڳہ پانيان – الله ميل اُهي جو جڏوجيءُ جياري
ڪريم ڏنہ جو عرض سڻ عجيبان ـ ڪري ٻاجھ ڀھڳڙ اچو مون اوتاري



Scanned with CamScanner

# گجري

اٿي جاڳ عاشق لهہ ڪل ڪائي ڇڏي غير غفلت سڻو هيءُ وائي
جاڳڻ تنهنجو مَرڪ اندر جنهن ڪي عشق پڙهيو پرت مون جنهن سورن جو سبق
بنان عشق جاڳڻ نفع مول نہ پائي
روئڻ راتيان ڏينهان پرين ڪي پڪارڻ منهنجون درد دانهون سڄڻ ڪي سنيالڻ
سدا سوز تن ڪي پتن مول نہ ساهي
گهورن جن ڪي گهايو تنهين چاڪ چاڪو چمي پاڪ پاهون دونهون دکايو
پسي پاڪ پيارل ڪيون جان فدائي
ڪريم ڏنہ جن پاڻو پاڻ پيو مڪان لامڪان تي تنهين سير رسيو
منجهون محوم متي هنيون دم خدائي

## آسا

ديـدار دردزاري پـنـهـنـجـو پـريـن پسـايـو
قـابـو وڏو آه دل ۾ اچي پـرت تـنـهـنـجـي پـايـو

عـيـنـان عـجـب عـجـائـب – چشـمـانـدي بـار چـالـي
عشـق تـنـهـنـجـي اسـان کـي – آٽـي چـنـبـن ۾ چـايـو
نـازن وڏو سـون مـوهـي – زلـفـن جـو دام پـيـڙو
مشتاق هـي مـري تـو – گـهـورن تـنـهـنـجـن آه گـهـايـو
جلوي تنهنجي حسن جي – حيران اسان کي کـيـڙو
بـرهـيـن کـا بـاهـ لاتـي، طـلـب تـنـهـنـجـي تـپـايـو
کـريـم ڏنـي سـيـنـي ۾ – اچـي سـوز آه کـڙو تـيـو
در در کـنـدي تـنـهـن دانـهـون – پـوءِ سُرُ فـراق ڳـايـو

# ڏناسري

شاهہ سخي سردار سهڻا ـ آءُ پيهي مئيءَ جي پڪين
تون آهين شاهہ آءُ تنهنجي پانهي ـ عرض سڻ هڪ وار سهڻا
آڻي پيس تنهنجي ڪڪين
توکي ڏني ڏينهن ٿيا هن ـ محب منا منتار سهڻا
مري آهيان تير تڪين
ڏمر ڏنگيءَ تون لهج دلبر ـ بخش بديون پوتار سهڻا
عيب تہ هن مون ۾ لکين
قسمت ڪاري آهي نہ منهنجي ڪراچي ڪا سڏار سهڻا
انگہ شل سولو لکين
ڪريم ڏني چئي ور نہ وسارج واقف ناهيان وڻڪار سهڻا
آسون وهايان تولِيءِ اکين.

## پيروي

دوستيءَ وارو دم وو يار لاوين تان توڙ نڀاوين
ول ول پيچ پرين سان پاوڻ دا رک فَهم لاوين
ٻاجهون پرت پنهل جي سک ناڻُ ٻيو ڪو علم لاوين
ياري رک تون يار سان هيئي عشق اُتم لاوين
پير هٿائڻ پڙ مان آهي ڪچن جو ڪم - =
دم دم ڪارين دل ۾ محبت جو ماتم - =
وچ حسن هاديءَ جي ڪريم ڏني رهه گم - =

## پيروري

هن تہ نماڻيءَ نال ڪرڪا موتي يار ڳنڍڻ جي
آءُ تہ اوهان جي روز ازل کان اڄ جي ناهيان ڪالهہ
هيڪر لائي پڇي وِل توڙين واجب ناهي ڳالهہ
دوست دلاسا اڳ چوڏتڙءِ سي تان ساڳي پال
چوري چنڻ ۾ سهڻل سائين چا تيءِ حاصل حال
ڪريم ڏني هتي بيوس پئي هان ٻاجهون تيڏي خيال



Scanned with CamScanner

## پيروي

ڪيوبن سهندي هيءَ دل ميڏي جدائي دي يار ڏاڍي اوکي
روئن اکڙيان ڏينهان راتيان پنهون پاءِ ڳيا چوريءَ جهاتيان
من وچ مار ڳيا ڪاتيانْ ڏي ڳيا سور چنگي چوکي
دلڙي دوست لـيءِ مـانـدي دم دم دکڙي ڪاونـدي
ڪنان تنهندي تات ناواندي سٽ ڳيا جيءَ وچ جوکي
نوان نينهنڙا مئن لاتا پر تون پيچ مئن پاتا
ڪريم ڏنہ هڻ ڇاتا - بره دي باب نان سوکي

## پيروي

سدا پرديس تي ساريان - پنهنجا ڏوتيڙا ڏيهي
قابو هن ڪوٽ ۾ آهيان - پنهنجي وس ۾ منڊون ناهيان
نہ تہ جيڪر وطن ڪاهيان - پسان وچي مان سانگيئڙا سيئي
ڪيان تي روز مان راڙيون- دل ۾ درد جون ڏاڙيون
گوندر وڏا گهاوَ ۾ گهاريون- روئن منهنجون اکڙيون بيئي
اباڻن دير ڪئي چاڪون - تکي راتيون قتيون باکون
نوان نينهڙا نيون شاخون - ڪيون سورن اندر ڪيئي
ڪيئن جيئنديس جيڏيون هاٽي - ماريس مارن جي ماٽي
الله ڏوتين کي آٽي - جنين منهنجي دلڙي ربهي
ڪريم ڏنہ ساهہ سانگي ساري -جدائي جهانگن جي ماري
وجي پنهوارن جي پاڙي - ونديندديس حال وتن وبهي

# پيروي

ڏيئي قرب منا دل ڏتارڻ چا مني محبت ۾ من ڦاسائڻ چا
سڪ جو سبق پهلي سيکاري نيهڙو وجي تو يار لڳائي
بره بڄي منهن متائڻ چا
سرڪي پرت قربون پياري موج مستي دل کي ڏياري
ديوانن وانگي رلائڻ چا
فوج حسن دي يار چڙهائي نال زلفن دي قيد ڪرائي
نازن سان پوءِ ستائڻ چا
ياﻻ بڻچيون تيز ڪري ميان تير ابر جا تيار ڪري ميان
بي ترسيءَ ساڻ چوڙائڻ چا
نينهن نهر ۾ آڻي وجهي تو ڪريم ڏنہ کي لوڙهي ڇڏي تو
ڪيس ڪري غوطا ڏيارڻ چا

# پيروي

نپني نال غمان دي هان مئن جائي کيتي ڏکان ديان
دوست کيتي ميڏي لڙي نماڻي ماندي مونجهي سدائين وبگاڻي
کوکان کاري عمر وهاڻي بيني وره وهانديان مئن
جوگيءَ کيتي جيءَ جکيندا دل تي باري بار ڏکيندا
ڏوهہ کيتا مئن کهڙا سکيندا بيني حيرت کاونديانءَ مئن
سور سهڻي دي ڏيون ڏيکالي جيءَ جُکان وچ جائي جالي
دلڙي ميڏي دلبر نالي جنهن کيتي ڦالان پاونديان مئن
قاصد ويندي دير نہ لاوين نياپا سهڻل نون پهچاوين
جيوين لاتيءَ توڙ نياوين —وت يي يار تسانڏيان
کريم ڏنہ کنهن کون حال سڻاوان دل دي دل وچ بيني سماوان
سور سجڻ دي سکڙي پانوان چم کر چشمين چانونديان مئن

## پيروي

هَي هَي درد دل کي ڏاڍو آهي ستايو
اندز عشق اوپڙي دونهون آه دکايو
اوکيءَ ويل آڻي پئي چٽنگ چولي
حسن جي حيرانيءَ در در گهمايو
بره جي بيماري ورهين کان وٺي آهه
ستل سوز دل جو سورن آهه جاڳايو
ديدان ديد ليءِ ٽيون سکن راتيون ڏينهان
وڏو نينهن نهوڙي نيڻن نوايو
ڪريم ڏنه وڏا واڪا پرين
مهابي مرسل جي منهڙو وسايو

## پيروي

مرشد تنهنجي لاري لڳي آهيان – لڳي آهيان مان تڳي آهيان
ويندیس پار پنهل ڏي – شهر ڀنيور کان ڀڳي آهيان
پيرقسي ڦاکون ٽيا – جبلن جاڙ مان دڳي آهيان
کوکان کاري ساهه ويو – وٽن منجهه مان وڳي آهيان
گولي قبولڻ يارِ جي – ڪريم ڏنه مان سڳي آهيان

## توري

آيا عشق جڏان ڏاڍي تاب وچون
جيوين جوت جمال آفتاب وچون

پهلي ڪاهہ آوي شوقون شاهہ حسن - ڏوجها تير نيناندي خوب وسن
دلڙي درد مندان دي ڪلندي ڪسن - ڪولي رخڙا رموزي نقاب وچون
هو ياجاري جڏهان عشقي والا حڪم - پيچ ڳيا هوش عقل رهي ناريت رسم
دلڙي آنِ پئي جتان غير نہ غم - جڏهان لنگهہ پيوسي حجاب وچون
ڪريم ڏنہ ويکيم نور علي - آيا عشق جڏهان ڳولهي ڳوٹ ڳلي
ڳئي رمز اندر جند جان رَلي - پئي سَنڌڙي اِها برهين باب وچون

## توري

قابو قيد ڪيتوئي وچ ڏور ميان - گهت ڏور زلف دي زور ميان
جڏهان چشمان والي چال چلي - تڏهان برهين والي باهہ ٻلي
ڳئي جوشان دي وچ جان جلي - پچي شونق مچايا شور ميان
جڏهان عشق والا اسرار آيا - چائي تيغ برهہ تلوار آيا
ڪيتي دست قتل دي ڪار آيا - اسان بہ سرڙا ڏتا تنهن ڪون سورِ ميان
جڏهان شاهہ حسن دي ڪاهہ ڪيتي تڏهان جهل نہ اسانڏي ساهہ ڏتي
تنهن گوءِ دليان دي واه نيتي - ماري تير نينان تڪ تور ميان
جڏهان طالب نون اعتبار آيا - تڏهان وچ نظر دي يار آيا
اِهو هر شيءِ وچ اظهار آيا - ڪيتا ڪريم ڏنہ اُتان غور ميان

## توري

پڇو ڪائي خبر بيمار ڪنون ـ تنهن عشق والي لاچار ڪنون
تيڏي واهه حسن حيران ڪيتا ـ مستي موج بره بيران ڪيتا
تيڏي عشق آباد هي ويران ڪيتا ـ دل ذرس سڪي ديدار ڪنون
دل ورهه ڪنون ناواندي هي تيڏي يار زلف وچ باندي هي
آندي لهر غمان دي جاندي هي تنهن سوز سمونديِ ڪنار ڪنون
بڇي بره بڇي حجاب ڪيها موهي نال نظر تي نقاب ڪيها
ول نال يتيمان حساب ڪيها ـ جيڪي يار مرن آزار ڪنون
دل چاڪ تيڏي ناچاڪ ڪيتي ـ محبت مست پڇي مشتاق ڪيتي
طاقت حجر تسانڌي تاڪ ڪيتي ـ روائان رات ڏينهن در ڪارڪنون
بس ڪريم ڏنه تون بيان ڪرين ـ ڪوئي ڏاڍيان دا بہ ڏيان ڏرين
ڪيها معشوقان ارمان ڪرين ـ جيڪي ناز گهمن سينگار دڪنون

## توري

ڪر غور غريبان دا يار ميان - تون سگھڙ لهج سنيار ميان

لهر بحر ديان چوليان چلڪن - سير تڪي تڪ تار ميان

ڪون پڄيسي پاڄهون تئندي - ڊونڊي اسان ڏي پار ميان

عشق اساڏان دل ڪون ڏيندا - باري بره دا بار ميان

چاڪ ڪيتا ناچاڪ اسان نون - درد لاتا ڏنڌڪار ميان

ڇوڙ رسامان سهٽل سائين - ڪر هُٽين پرچاءُ ميان

مئن تان گولي عيبان والي - نيٽان وهينديان نار ميان

ڪريم ڏنہ ٿيوي قربان تو تون - شاهہ سخي حسن لڪہ وار ميان

منٿ مڃين تون مرشد سائين - لهہ سڪايل سارميان

## توري

واه يار ياراڻي توڙ ڳئين – ڪيوين منهڙا اسان ڪنون موڙ ڳئين
ڪا ڪل نہ هئي تيڏي تياري دي انهين بار جدائي دي بار دي
انهين بي وفا تيڏي باري دي – جو چيرا اسان ڪون چوڙ ڳئين
وڏڙا وچوڙا تي ننڊڙي وهي ماري مفت وئين هيءَ ناري تهي
دل درس پئي اج يار ڍهي – جو ساه اسان ڏا لوڙه ڳئين
هڻ عمر ساري سانون روئڻ آيا انهين جان جسم ڪون ڪوهڻ آيا
وچ سور سڳي دي پوئڻ آيا – اها جٽ جانب تون جوڙ ڳئين
ڪريم ڏنہ ڪيها بيان ڪران – لڪہ درد والي داستان پران
وچ گوندر ديُ پئي روز ڳران – پختي خيمي غمان دي ڪوڙ ڳئين

# تلنگ

تون آهين منهنجو سائين وو سائين ـ آءُ تہ ٻانهي آهيان
سوز سيني ۾ سرس آه ـ ٻيون ٻره سنديون هن ٻاهين
اندر عشق اوهان جو ـ ناتو نينهن نيائين نيائين
تن ۾ طلب تانهنجي ـ وات اوهان جي وائين
وارج واڳہ وطن تي ـ ڏيانءِ جيءَ ۾ جائين وو جائين
هڻ نيشان نينهن جو ـ اچا چو ٿو گسائين
ڦرب ڪرڪو پانهنجو ـ محبت ماڳہ وسائين وو سائين
ڪتڻ مينون ڪين ٿئي ـ چرخو پاڻ هلائين
سڀ ڪي وس اوهان جي ـ جو ڪاف ڪشالا لاهين وو لاهين
لڙهہ لڳي مان آهيان ـ شل ڪو عرض عنائين
ڪريم ڏنہ ڪي سال ٿيا ـ ڪندي دز تي دانهين وو دانهين

## تلنگ

توبہ منھنجي زاري وو زاري ـ اديون ٻاروچن سان
ڏاڍ ڏير ڪري ويا ـ ڪٽي رات سواري
ترس تن کي ڪونہ پيو ـ چڙي ڏوبڻ ڏاري وو ڏاري
سُتي سيج پلنگ تي ـ خواب ڪئي خواري
ڏونگر ڏورڻ آهہ پيو ـ وڏا بَرَ پوءِ ٻاري وو ٻاري
سنگت چڏيندا ڪين ڪي ـ رکي جن آہ ياري
پنهل جي پيزار تون ـ وڃان وارڻ واري وو واري
ڪريم ڏنہ ڪوهيار جي ـ آهيان محبت ماري
هادي رسج راهہ ۾ ـ وڃهہ نہ گهوٽ گهاري وو گهاري

## تلنگ

ڀج پنهون نان پري پري ـ چڏ وڃڻ جو خيال ميان
ڦرب تنهنجي ڏاڍو سهٽل ـ وڏو دل کي مڙهي مڙهي
ڪيئن گذاريان ڏينهن اڪيلا ـ نہ تي تون بن سري سري
گهر تڙ ويڙها سونهن توسان ـ وڃ نہ اوندھ ڪري ڪري
هج هميشہ دوست اسان وٽ ـ توکي ڏسي دل ٺري ٺري
عرض اگهائج ڪريم ڏنہ جو ـ راتيون ڏينهان رڙي رڙي

# تلنگ

ملان متا هٹي چو - ڳولهہ يار کي اندر ۾
نائين اندر نيٹان - ووڙج وبهي وندر ۾
تسبيح سان جنگ کوڙي - ناحق ملان تو جوڙي
کلي دل تڏهن سموري - تپين نينهن جي نهر ۾
ڇڏ نگيءَ جا تون ناهہ - وٺ عشق جي تون راهہ
کر صدق سر ۾ ساهہ - رهہ تون سدا فکر ۾
سک سبق سک ساري - ڇڏ ورق پيا وساري
کڍ دوئي دليون ڏتاري - ڏسين نور هر شجر ۾
رکہ خوف تون خدائي - جيتر جيئن تون جائي
وٺ حق جي تون وائي - تيندئي پڇا حشر ۾
کريم ڏنہ چئي کيهي - وڃائي عمر تو ويهي
هاٹي دل اندر تون پيهي - رک يار تون نظر ۾

# تلنگ

اجهو شل آياٽيءَ جو اچي شاهه ٽيندو- اگهاڙيءَ جو انگڙو مهر مان ڍڪيندو

ڏولاوا ڏکيءَ جا تماميءَ ۾ ايندا - غمن جا گهيرٽ گهڙيءَ منجهه ويندا

کوهيارل جڏيءَ کي قربون سڏيندو

امڙ وقت اوبڙي ڪئي ترت تياري - ابي هم وطن تان سگهي واڳ واري

يتيمن کي هاڻ چڏي نا چڏيندو

پرين جا پتاشا ڏينديس اوڙي پاڙي ڪنديس ڳالهيون ڳجهه جون سهيلين کي ساري

محبوبن جي آمد جڏهن ڪانگ لوندو

ڪريم ڏنهِ چئي ناهي ڪاڻ ڪنهن جي - آهيان دوست ازل کون ٻانهي تنهنجي

آهي آس اِها ئي منو منت ميڙيندو

# تلنگ

سگھڙو اچ سخي تون - وڏو قرب تنهنجي ماري
فراق تنهنجو جانان - راتيون ڏينهان رئاري
مشتاق آهيان ماندي - تولي سدا مان هادي
اچ مئي جا تون ڪانڌي - جندڙي توکي سنياري
قرب ڪيو آهه قيدي - محبت تنهنجي ۾ باندي
مستان ڪيو جلدي - سرڪي پرت پياري
اکڙيون تڪين توڏي - منهڙو نه ڪيوئي مون ڏي
ڪاوڙ ڪيتوئي ڪيڏي—وينين مئيءَ ڪي وساري
ڪڏ رنج دل مون جاني - آهيان تنهنجي مان بانهي
هاڻي مچ مهماني - اچ مئيءَ جي اوتاري
دليون وسار نه دلبر - آهي تنهنجي مون ڪي آڌر
ڪريم ڏنه چئي رهبر - ڪڏ تار مون تون تاري

بيدل هون مئن بيدل هون - دل ڳيا کس کون
مئن اکيلي اونڏاهي - ککران دي وچ هي تہ سياهي
چوريءَ دلبر جهاتي پائي - مکہ وکيندا کون بيدل
بره دي بات اڳہ نان جاتي - سوز سجڻ دا چرندا چاتي
صورت صاف هڻ مئن سجاتي - حق اليندا کون
جڳہ وچ جلوه يار ميڏي دا - اثباتي دي رمز سکيندا
اناالحق دا سبق پڑهيندا - کريم ڏنہ هي کون

## بروو-- تلنگ

اسان عشق نماز پڑهندي هون - ياد سهڻي کون کريندي هون
نفل سنت ظاهر پڑهکي - قول سهڻيندا پڑيندي هون
سک ساجن دي دل وچ ڈرکي - باهہ بره دي بريندي هون
عاشق زمين کون سجده نہ ڏيندي - تصور هادي دا کريندي هون
عشق کون اپنا امام بنا کي - دل کون کعبہ جڑيندي هون
عام کون اُنهيندي خبر نہ هوندي - ناحق مغز مريندي هون
کريم ڏنہ آکي يار ريجها کي - طرحين سير کريندي هون

## سورٺ

صورت جو سبحان ڏنو سي
اکيان تنهنديان دل لٽينديان - چايون تير ڪمان
رمزان غمزان مارن مثرگان - جسن ڪيو تہ حيران
عادت مُحبن زلفن ڪلفنَ - ڪرن قيد جوان
وٺ وهاري پرت پياري دُرُسُ ڪرن ديـ زان
مکيہ قعبہ قد ٺُويا - ڪونهي تنهن ۾ گمان
ڪريم ڏنہ چئي وصفان ديان - بيحد ڪان تہ بيان

## سورٺ

جيڏيون گهرو دعا وڃن منجهان متجي
دليون جانب رب ڪون وڃن درد ڪتجي
مدايون ميٺي اچي شال اڄ مون رکي پردو پرور اگهاڙي نہ لڄ مون
ساڻ پاند پناهہ جي وڃن عيب ڍڪجي
آهي حال هيٺو ڪيان ڪهڙو حيلو سُجهي ناشخيءَ ريءَ اديون ڪو وسيلو
بنيو در پوي شل مرادن جو پتجي
ملي مون مبارڪ تيڻ ساڻ شادي ڪيو عرض اِهو سندي در هادي
ڪريم ڏنہ جا وڃنَ ڪاج رُسجي

## سورٺ

جيڏيون پيٽڙم پُور - اديون هاڻي هلبو
ڳجهه اندر جون سيئي ڳالهيون سيني وارو سور اديون - سارو سلبو جيڏيون
مال مڏي سر ملڪ محبوبن ڏينديس منجهه حضور - اديون ساڻ هلبو
آيل عشق جو تاب تکيرو جنهن جلايو طور - اديون سوئي جهلبو
ڪريم ڏنہ جو روح رلياڻون ڪيو ذات ظهور - اديون هاڻي نہ پُلبو

## سورٺ

تنهنجي حُسن سندي جهلڪار - بره بي تاب ڪيو
چوريءَ چاهہ وچون اچي اٽڪيون - اوهي چشمان چار
فوج حسن دي چڙهہ چڙهہ آوي - ڪري شونق شڪار
ڪنهن ڪنهن ويلي درسن هوندا - نوري نيڻ نظار
ڪريم ڏنہ ڪي حسن هَينئڙي لُنَو لُنَو منجهہ لغار

## سورٺ

آدم آهه - الله ڪريو اعتبار اديون
سري انا سِر رب الايا - آهه قرآن گواهه
وَفِي اَنفُسَڪُم مان ظاهر - وسي صاحب ساهه
انا احمد بِلا ميمي اُتيو احمد شاهه
وما ڪل جي منجهه دريشين - ڏاهي ڏني آهه ڏاهه
اناالحق ۾ منصور ڪيڙو - ڪوئي ڪونه گناهه
ڪريم ڏنه ڳالهه اِها تي - عشق وچون آگاهه

## سورٺ

اوڪو عشق سندو اچ باب جيڏيُون مون ڪي پرين پاڙهيو
دم الله هو برد ل ۾ دهڪو - شروع ٿيو ته شتاب محب مچ باريو
حسن هاديءَ جي تيز تجلي - بيحد ڪيو بيتاب سارو جسم ساڙيو
بره ڏيئي ڪئيءِ جاني جدائي - ڏاڍو رکي ته حساب
انهيءَ ڳٽتيءَ ڳاريو
ڪريم ڏنه چئي محبوب ڪاسائي - عاشق ڪري ته ڪباب
ڪٽي تنهن چلهي چاڙهيو

# بلاولي

ڪيوين ڪران مئن يار دلبر رمز رلائي
دم الله هُو آوي جاوي- بن هادي پيا نظر نہ آوي
محبت دانت مچ مچاوي
عشقون تي اظهار - چشمان چوٽ چلائي
راتيان ڏينهان راءِ ريجهاوان - سِهري يار دي نت نت ڳاوان
چيريان پائڪي قيريان پاوان
خوب چڙهيو سي خمار - سر ڪي دوست پلائي
خيال رهيا نا بهشت قيامت - پل ڳيوسي تقوا طائت
هادي هويا ميڏي همات
ڳُلَيءِ چائي بار - ڪيئي دوست پلائي
ڪريم ڏنہ تون تيءِ قرباني - اُتون اپني دلبر جاني
چوڙين تقوا ڏونهين جهانِي
جسمون تيوين ڏار مارين دم الاهيا

## بلاولي

سولان والا سات ـ ڪاهي سانڏي آيا

باره بره دا لڳڙا باري ـ نين تسانڏي دي مٺن هان ماري

آب اکيان وچون تيڙا جاري ـ ڏينهان توڙي رات

سانون طلب تپايا سولان

ڏاڍي دلبر لوري لائي محبت تسان ڏي دل ڪرن سيبائي

وار وصل دي يارڻ وائي ـ جانب پاوين جهات

رکين کو رحم دارايا

واه عجائب چشماندي چالي ـ رمز نوين سانون روز ڏکالي

ڳالهہ نيناندي سانون بحالي ـ انهين اکيان دي بات

سانڏا روح ريجهايا

دوست درازي دلبر سائين ڪريم ڏنہ دي ويڙهي وساوين

چنڙا اسانتون مول نہ چاوين تن وچ تيڏي تات

نينهن تسانڏي نچايا

# بلاولي

دلبر پائي جهات - چوتا مئيءَ کان منهڙو لِڪايو
بار بره دا دل تي باري - عشق ڏاڍي آفات
محبت جو تم من ۾ مايو
عشق تساندڙا چڙهه چڙهه آوي - چوريءَ چپ چپات
علم عقل ڪيو لڏڻ جو سعيو
حسن حيرت وچ دلڙي ماندي - ناهي سلڻ جي بات
پرت اندر ۾ پڪو وڏو پايو
ڪريم ڏنه ڪي وڏو ڏيئي وڇوڙو دلبر ويو تم رات
جيئڙو جلائڻ پرليءَ آيو

## مارو بلاولي

توبه توبه يار- هڻ مئن توبه ڪيتي

نام الله دي منهن ناموڙين - ناتا نينهن دا مول نه توڙين

جايان جيءَ وچ جانب جوڙين - لهه ڪا سار سنيار

چوڙين ڏاڍ تي بي پرواهي - ڪر نظر سائڏي حال تي ڪائي

تئين بن ميڏا اوهي نه واهي - مئي نون نان مار

دلبر دل ڪون ڏيئي دلاسا - مئن تان ڳڏرا تي تيڏا پاسا

درد محبت دا ڏي ڪوماسا - جڏڙا جيءُ جيار

ڪريم ڏنه آکي جو دم جيسان - ناتا نينهن دا توڙ نڀيسان

مرسان ڪنهن نون حال نه ڏيسان - دلبر ڏي ديدار هڻ مئن

# مارو بلاولي

پرج پيارل يار - هٽ مئن بيوس هوئي

اول بچنئين بره اسان نون - پچي ڏکينديئين اپني سامهون - ترس نہ پوندا ڪوئي تسان نون

نيڻ وهن سرنار ڏاڍا ڪيس ڪيتوئي پرج پيارل

حب تسانڏي ماندا ڪيتا سوز تسانڏا مئن سين سيتا هوش ميڏا تيڏي حسن نيتا

سرس ڪري سينگار زوريءَ دل ڪسيوئي

حجر تيڏي ميڪون ڏني حيراني درد تيڏي وچ دلڙي ديواني مال اسانڏا تون هين داني

ڪيها ڪران اظهار توبن حال نہ ڪوئي

اندر پون ميڪون تيڏيان اُليلان ڏاڍيان ماريون نيڻ گليلان خوش وتن بيان سيئي سهيليان

پاڻون ڪرڪي ڏار سانون مفت منوئي

کولين نقابا منهن تون سهڻا ساه رسامي ڪيتا تاڻان توبن ساتي مئن اوبر نہ جاڻان

ديد تيڏي درڪار سانڏا عرض اهوئي

ڪريم ڏنہ در درازي هردم ميڏي آزي نيازي شاهہ رهين نت مئن تي راضي

بخش بريان بدڪار جوئي عيب ڏنوئي

## ڪوهياري

مٽيءَ جي ماڳ مڪان تي موٽ خان وري ڙي وري
عين اڙي ڙئي اوچتي ڪيڙيس چاڪ چري ڙي چري
باهہ ٻچي وئين برهہ جي ڏيئي ڏونق ذري ڙي ذري
عشق اساتان ٿو ڏئي دلڙي درد ڀري ڙي ڀري
ڏينهن لنگهي ويا ڏک ۾ روئندي رات رڙي ڙي رڙي
ڪريم ڏنہ جي سوز ڄڃي آهہ ڳالهہ ڳري ڙي ڳري

## ڪوهياري

الله آڻيندو ماڳين تيڏي ڪيتي ميڏي ڙي اداسي پياسي
قرندي وتان مئن دُرُس ديواني
رب ميلي نہ سهاڳين
سنهڙل آوين ڏير نہ لاوين
پڪڙي اڏي سانڏي مهاڳين
قرب ڪري چا ول ڏکلاوين
واتان در ديان ساڳين
ڏس پيورلي راز پنهنجي جي ڏيوين سانڪون آڳين
ڪريم ڏنہ آکي ٻاجهون تيڏي ڏينهن لنگهاوان وچ ڏهاڳين

## ڪوهياري

ڏونگر ڏي ڪو ڏس مون ڪي وات وندر جي يار وڻن جو
ڏاڍ ڏيرن جي رڙ ۾ روليو گسي تہ ويو مئيءَ ڪان گس
جاڙون جبل جون ڪين سهان تي ڪونہ رهو ڪو وس
آءَ ڪوهيارل ڪامل ڪاهي روهن ۾ اچي رس
ڪريم ڏنہ ٻاجهون هوت پنهل جي چاهہ ناهي ڪا چس

## ڪوهياري

لوري لائي ويو جت مون کي خان بلوچ ميان
ڏونگر چو تو ڏکائين چڏ تون تاءَ تپت ميان
وڻن ۾ واڪا ڪري اکڙيون روئن رت مون کي
ڏير تہ ويا پنهنجي ڪري وجهي ڪوڙا قط ميان
ڪيهو ڏوراپو ڏيان پنهل رکندم پت
اديون چوتيون مون جهليو ڏيو مون کي نان مت ميان
وينديس رهنديس ڪين ڪي جيسين سرير ۾ ست
ڪريم ڏنہ ڪوهيار جي وٺي ريجهہ رهت ميان
اديون عشق آريءَ جو وهڻ ڏي نان هت

## ڪوهياري

محبت جي هان ماري هاري وجهہ نہ گهاري
هڪڙا پنڌ پهاڙ جا پلو ميان الاہي ملڪ وسي تي واري
مون کي خان بلوچ جو.... برهہ لڳو تم باري
مرشد معلوم توکي ..... حال حقيقت ساري
چوري چڏي نہ چپرين..... توڙ نيائج ياري
اچي ڏي مون هتڙا... ڪاهي ڪرهل آري
ادبون ڪريم ڏنہ چئي.... توه تڳان تنهنجي تاري

## ڪوهياري

ڇاڪون پنهون وئين ديسون لڏي ـ ظلم ڪري وئين چوري چڏي
بنا تنهنجي لعلڻ آهي انتظاري ـ ننڊ ناهه اکڙين آه بي قراري
تات سڄڻ تنهنجي دل وچ تاري ـ گهوريان منا تو تون مال مڏي
ڪل ڪانه پيڙي ته ڪو ڪيس تيندو ـ بي وس پنهل هتڙي چڏيو
ناحق مئي ڏنهن منهڙو متيندو ـ آءُ منا منهنجو هينئڙو لُڏي
قرقت ۾ وئي عمر اجائي ـ بن پئي ڊوليا ههڙي جدائي
قسم سڄڻ تيهون خدائي ـ آءُ منا ڏي ڪو وصل سڏي
جيجل جيڏيون ڪريو ڪا دعائي ـ مرادو منهنجو شڪل ڪيچي پڄائي
ويڙها مُئي جا شال وسائي ـ اچي شل دلڙي اڏي
هي هي منا مان آهيان اداسي ـ تنهنجي پسڻ جو مان ڏاڍو پياسي
قيد حجر مون ڏيو ڪا خلاصي ـ ڪريم ڏنه پيو تنهنجي تڏي

## ڪوهياري

ويو رات پنهل چوريءَ چڙهي الا دردن ۾ ويهي دلڙي سڙي
ڪيچ بلوچ ڏي يار ڪاهينديس ـ آڳي ازل ڪان جنهن سان دلڙي مڙهي
نان ته رهنديس وبنديس ڪاهيون ـ متلن خانَ چوي وئي ڏونگرين ڏري
جانب جت تان هيءَ ساهه گهوريو ـ جي ته وڃان مان دگ تي مري
ڪريم ڏنه ڪر الاهي توهار ڪاهه ڪرهه قلمون پڙهي

# ڪوهياري

ويو خان پنهل مئي مفت ماري - فراقن ڏکيءَ جا وڏا ڦٽ اٿاري
ڇڏي هوت ويڙو مئي هت اڪيلي - محبت مچ من ۾ ويو رات ٻاري
سورن سَنڌَ سُڪايا جيرا جوش جلايا - لڳو عشق اوڪو وڌو سوز ساڙي
مدامي پرين لِيءِ وهن نار ناليون - سهٽل آءُ سگهڙو وطن واڳون واري
ڏکن آهه ڏکايو پرين تنهنجي دم دم پري ساهه سڏڪا سڪون توکي ساري
ڪاهه ڪريم ڏنہ چئي پسان پنهنجو پنهل پئي جنهن جي آهيان اديون هٿ پناري

# ڪوهياري

ماريس تو ميار يار پنهل پرتي آهيان
لڪن لوڏي آهيان پلو منهنجا يار اوڪا پنڌ پهاڙيار
ٻانيڙ جي ٻروچ سان .... لِڪي لاتي آهه لاپار
وڙاڪا ولهيءَ جا.... سٽج تون ڪوهيار يار
سسئيءَ سندي سُج ۾ ...... سگهي لهج سار يار
ڪريم ڏنہ ڪاهه تون..... ڪيچيڙن جي پار يار

## ڪوهياري

توڙي نيي منهنجي ياري - جيجل شال جتن سان
ڏاڍ مُئيءَ سان ڏير ڪري ويا - برهہ بڇي ويا باري
طرف اوهان جي اڪيون تانگهن - توهہ تنهنجي هان تاري
حجت ڪيهي هوتن سان - توبہ توبہ زاري
چپر نہ چڏجو نذر نماڻي - قول ڪيو هيءَ ڏاري
ڪريم ڏنہ چئي ڪاهي رس تون، قرب منجهارون آبري

## ڪوهياري

کهڙو ڏوهہ ڏيان پنهنجي قريبن ڪي سرتيون روز رُئان ويني نصيبن ڪي
پنهل ويڙو پنهنجي راڻي کهڙي طاقت هُيڙي رقيبن ڪي
زارون زوري چوري چڏي ويا ترس نہ پيڙم ڪو عجيبن ڪي
وقت وڃڻ جو بہ ويجهو آيو منهڙو ڏيڪارج غريبن ڪي
ڪريم ڏنہ چئي پرچ پيارل وسارڻ واجب ناهي يتيمن ڪي

## ڪوهياري

ڪنهن کي دانهن ڏيان جو داد ڪري منهنجو محب ويو اڄ آهه رُسي

ڪري يار ويو بدنام ميان - ڪٽي سک ڏئي ماتام ميان

ڪانهي ننڊ اکين آرام ميان - مشتاق مئيءَ جا پيا مُسي

ڪيئن ڪريان پرواز اديون - ويري دوست شاهه درازاديون

جو قادر آهه ڪارساز اديون - منهنجا ڪنيڙا تي پيا اڄ ڪُسي

اڇي عشق مچايو آزار ميان - مون کي برهه ڪيو بيمار ميان

مون وٽ سورن جي آهه بازار ميان - روئي پاند منهنجو پيو پُسي

سُڻ ڪريم ڏنهه جو هي عرض ادا - هج مون وٽ تون سڄڻ سدا

مون ڪان نالي الله جي تي نہ جدا - مون تي پال ڪيو منهنجو حال ڏسي

# ڪوهياري

ڏيئي ڏير ويا وو ڏک ڙي اديون - وڃي پاڻ پنهل آڏيءَ رات اديون
ڍونڍيم گھڻو پنهل ڪا تر - جنهن سان منهنجي آهه ڏاڍي خاطر
هر دم تنهنجي آهه تات اديون
ڏک ڏکيءَ کي آهه ڏاڍو ڏکايو - سورن سُڃ ۾ آهه ساهه سڪايو
چونءَ ڪُنئون مون کي ڪات اديون
شال اکين ڪوهيار ڏسان - شل جيءَ سندو جيار ڏسان
ڪانءَ رهي جئڻ بات اديون
ڪريم ڏنهءَ سان سگھڙو سعيو - محب منا ڪو ملڻ جو رايو
وائي تنهنجي آهه وات اديون

# تلنگ

عمر ڳالھ منهنجي سٽج خان ساري ڪيي چڊ ڪوتن مان سگهي هيءُ ڏاري
لکيو انگ ازلون مارن ساڻ منهنجو - ور آهہ هڪڙو نالو ڪيت جنهن جو
ڪچي نان ڪنديس مان پرت جنهن جي پياري

مولا تن ۾ ماندي وينئي وقت گهاريان - ڀَتن تي پنهوارن ساڻ وجي پرت پاڙيان
پنڌڻن ۾ منهنجي جني دل ڏتاري

زوريءَ جي مان ميندي هنيون نہ لائينديس، - پڪو پيچ پرتون پاڙيچن پائينديس
ليڙن ۾ ڏڪيندو رب هيءُ لوياري

ڪريم ڏنہ چئي چڊ زور زوري - الله لڳ عمر مچ منت توري
ڪر قرب تنهن سان محبت جي جا ماري

# ڪوهياري

درد وڏو تم ڏهڪو جيڏيون هوت پنهل جي
ساهه نه ماپي ساهه ۾ - ساهه اندر تم سهڪو
ڏونگر جي ٻه ڏورڻ جو - پنهل ڏس تون پهه ڪو
وچاريءَ جو وٽن ۾ - ساجهر سماءَ اچي لهه ڪو
هيئن هوت ڏيئي ويو- رمزن وارو گهَڪو
ڪريم ڏنه ٻجهي پنڌ ۾ - ڏونگر جو ڏهڪو

## پٽ مجري

شاهہ سخي سردار يار ـ اچ آءُ تہ پرچون پاڻ ۾
معلوم آتي سارو حال مون ـ ڏاتر لڳ سڻ سوال مون
کھڙو ڪريان اظھار يار ... آج آءُ
وارج ورق وصال جو ـ پيرو ڪجو ڪو پال جو
تن ۾ تنھنجي تار يار
توبن سمجھي نا واهہ ڪا ـ لائق ڪريم پنھنجا لائقا
عيبن منھنجي ڏي نا نھار
جيھي تيھي ها تون سندي ـ قول ڪيو پنھنجي بندي
ڪر ستاري تون ستار
عرض سڻ نام علي ـ ڪريم ڏنہ جي ڪيو پلي
لھہ اچي مئيءَ جي سنيار

## ڪوهياري

هو هو وارو انگ لڳو جيڏيون جيءَ ۾
دلبر وڏڙو آهي دلين ۾ - وحدت وارو ونگ
هينئڙو وسن ۾ ائين جلي تو - جئن جلي تو پتنگ
مرشد ڪوليو مهرون من ۾ - محبت وارو منگهه
سمجهي پرهي پير تون پاوين - عشق آهي اڙبنگ
ڪريم ڏنـ جي ڪاهڻ چاهين چڪي پڏجاڻ تنگ

## جوڳ

شاهه سخي سردار يار سڻ مئيءَ جو هي عرض عرض سندو نام علي
پورو ڪيو مئيءَ جو عرض
مشتاق هان ماندي سدا - ڪيان جان مان تو تون فدا
تون ئي منهنجو هادي خدا - تون ئي سندو سجدو فرض
منجهه ڏکن لاچار هان - طاقت سهڻ جي نان رکان
قرب تو در تان پنان - ناهي منهنجو ڪوئي قرض
ديدار ڏيئي خوشحال ڪيو مشڪل ڪئي پائمال ڪيو
ڪريم ڏنـ بي حال تيو - منجهه محبت جي مرض

## پٽ ميجري

ڪيئن ڪنديس هاڻي اديون - پنهنجي دوست دلبر جي بنا
سڪ اڃان پوري نہ ٿي - ويو يار ميان ڏڪڙو ڏئي
ڪنهن کي ٻڌايان مان چئي - جيڪي سور ميان سهڻل ڏنا
ڇاڪون ويو دلبر رُسي - هيڻو حال مئيءَ جو ميان پسي
پنهنجي يار کي ويندو ڏسي - ٻئي نيڻ منهنجا ٿي رُنا
ڪريم ڏنہ روئي حال ويو - هاڻي جيئڻ اڃي جنجال ٿيو
پرين وصل سندو ڪو يال ڪيو - اِها ذات ذاتر ڪان پنا

## پٽ ميجري

ڪنهن کي ٻڌايان مان اِديون - جيڪي سور پيا منهنجي پلي
قسمت منهنجي ڪين ڪيو - لکيو انگ اهو اَزلون هيو
پاڙڻ اڃي مون ٿيو - وس نا منا ڪنهن جو هلي
هيءَ آس ميان بهاريءَ سندي - کل نہ هئي ڪا خواري ٿيندي
قسمت ڏکن جاري ٿيندي - جن جي پئي اڄ ڳاني ڳلي
اکڙيون روئن رت ڦڙا - تم تم ڪري جيئن مينهن ڳڙا
ويڙهي ويا هن سورسڙا - جن جي جوش کون جيرو جلي
ڪريم ڏنہ هي وئي - هوءِ تان هيُم نار هي
اڇو يار ڪيون ماتم سيئي - ڪارنهن سزا هتڙا ملي

شاديون سڄڻ تون ٿو ڪرين - مون توکي سندو آهي الم
سال ٿيا هن هيڪندي - راتيان ڏينهان تولي ۽ سنم
اکڙيون روئن ٿيون رت ڦڙا - وائي تنهنجي آهه دم بدم
سورن تنهنجي ساڙي ڇڏيو - ۽ زهر ڪيو سارو جنم
وصل سان اي يار ميان - اڇي ٿار دل تان غم وهم
ڪريم ڏنہ چئي مهر ڪريو دامن منا تنهنجي وتم -

# پٽ ميجري

يا سَخي قرب ڪري مج عرضِ مون پينار جو
نانو وٺي آيو آهيان مان دلدلہ هسوار جو
آهيان سوالي منهنجا والي ۔ عشق جي آزار جو
هان سڪايل سپ وانگر ۔ ورہ سندي وسڪار جو
من ۾ باريو مچ منهنجي ۔ تيز نينهن جي نار جو
تان وڃي ڊُوئي جَلي رهي دل مٿي نالو يار جو
مهر ڪريو تان وڃ ڪريان ۔ وحدتي واپار جو
ٿي رهان ساڪن سدائين ۔ آءُ عشاقي پار جو
منڊ محبت جو پياري ۔ حال ڏيو عطار جو
تان هٽي نعرو خدايم ۔ قوت ٿيان تلوار جو
ڪريم ڏنہ چئي جواٽي ماٽي ۔ وسو هجيئي نات وار جو
رهي دل اندر دائم درڪ ۔ هادي درد جي ڏڪار جو

## پٽ ميجري

ڪيئن اديون آرام ڪيان - مون کي محب جو ماتم آهه
تنهن ريءَ ٻيو ڪم ٿو سجهي - مون کي غم صبح ۽ شام آهه
چو منا منهڙو مٽيو - جو پيو اچي تنهنجي سام آهه
پاڻ پاڙج تون اچي - جيڪو تنهنجو انجام آهه
ڪريم ڏنه تنهنجو منا - روزون ازل غلام آهه

## پٽ ميجري

ڪيئن اديون سڪ سمهن - جن کي تات هر دم يار جي
نان هتي سي ترسنديون - جن کي سڪ درازين پار جي
نينهن ناتو جن لڳو - سي دير نه ڪن هڪ وار جي.
سانگا ڇڏن سڀ لوڪ جا - پرواهه نه تن ٻيءَ ڪار جي
خطرو نه آهه دوزخ سندو - جن کي ٽيڪ آهي سردار جي
ڪريم ڏنه وينو سدا - مهر منگي ڪرتار جي

## پٽ مجري

حڪم تنهنجو تو هلي - سهڻا سدا سنسار ۾
لا تحرڪ (زرتن) ذرة - آيو اهو اعتبار ۾
لوح ۾ جيڪي لکيو - واقف رکيو ويچار ۾
قلم قادر جو رکي - طاقت هتي سرڪار ۾
رب جيڪي آهه رتيو- صورت وٺي آ شڪار ۾
جا بجا عالم اندر - ايترو اُهو گفتار ۾
دست دلبر آهه اوهان جو- ڪل ڪاروبار ۾
وس نه طالب جو هلي - جيڪي جُڙي جنسار ۾
وهم ويا وسواس سارا - دُرُسُ تو ديدار ۾
ڪريم ڏنه قاصر سدا - معافي اوهان اختيار ۾

## پٽ مجري

منهنجي ساهه کي سانول يار جي - آهي طلب ڏاڍي تانگهه ڙي
عشق جي مُنبَر اُتي - بانگي سڻائي بانگ ڙي
من کي موهي مست ڪيڙو - چُونگ واري چانگ ڙي
دل منهنجي درد لايو - زلفان والي نانگ ڙي
ماندي آوي مُنُدبِ چلاوي - پيا هلن نا سانگ ڙي
ڪريم ڏنه قرب جو - شال لنَبوندو ڪانگ ڙي
ايندو مون مسڪين ڏي - لال ورائي لانگ ڙي

## پٽ ميجري

بادِ صبا چوءِ يار کي - وڃ سگھو سڌري لهي
قسمت ڪيو جاني جدا - ڏيان ڏوهه چوڻئي ڪي ادا
ميتي ڪير تو اهڙي قضا - ويو انگ جو ازلون وهي
دردن اچي ديرا ڪيا - سري جوش ۾ جيرا ويا
سورن اچي گهيرا ڪيا - ويو غم اندر ۾ آءُ پهي
سڪ ويو اسان وتون آه لڏي - جڏهن يار وئين هتڙي چڏي
گولي وئين گوندر گڏي - ڪيان ڳالهه چا ڪهڙي ڪهي
ڪريم ڏنہ روئي زار تو - روئي هاري نيڻان نار تو
ساري سدا وينو يار تو - دلڙي پئي منهنجي ڊهي -

# پت مجري

ڪم چڱو مون ڪونہ ڪيو ـ ڪيئن متي آءُ ڪنڌ ڪڍان
شيطان آهہ قابو ڪيو ـ نفس آهہ ويڙهي ويو
موهہ مون آهي موهيو قيام جي سختي ڏران
ڪيئن لنگهنديس پُل متي ـ ۽ ڇا چونديس گور ۾
سخت هلي تي پرس جتي ـ ڳٽتيءَ تنهن ۾ تي ڳران
ساري.وڃائي مون عمر ـ ڪونہ ڪنيو مون ڪو ثمر
اوکو سُجهي اڳتون سفر ـ انهي منجهہ ۾ آءُ تي مران
هڪ عيب مون ۾ بيحد ـ بيو ڏوهہ ڪيا توبي عدد
تيون پيگم تنهنجا عهدِ ـ ويني ڪوڙ جا سبق پڙهان
ڪريم ڏنہ ڪي مرشد جدا ـ پاڙون ڪجو نان نالي خدا
جان ڪيم تون توُن فدا ـ آ تار تنهنجي تي تران

# پٽ مجري

بادِ صبا منهنجي يار کي هيءُ ڏي وڃي پيغام ڙي
پهلي صاحب کي سنياري سندس ڏي سلام ڙي
سوز سڄڻ جي ستايو - ناسمجهي ڪِمامُ ڙي
دل منهنجيءَ کي پختو پايُوَ - درد وارو دام ڙي
وات وائي ٻي نہ ڪائي - وِردُ تنهنجو نام ڙي
پرت مون پيئي پڄاران - هر صُبوحُو شام ڙي
عشق جائي آگ لائي - سا سليان ڪنهن عام ڙي
طلب طالب کي تپايو ويو اکين آرام ڙي
ڪريم ڏنہ قرب جو - ڪر جُنگ پياريو جام ڙي
مو تو ماري پوءِ جياريو - مرد ڏيئي مام ڙي

# پٽ مجري

مٽيءِ مٽي ميخانہ مان ڏي مٽا پيالو پري ـ پيري مغان پيو هان اچي در تنهنجي پنڌ ڙو ڪري

صاف سينو ڪان سياهي ـ ساڻ پيئڻ ٿئي جام جي
قلب جي ڪارنهن ڪٽي ـ ۽ دل سڄي روشن ڪري

وائي رهي نا وات ۾ ـ ٻي ڪنهين ٻن يار يار
هوڏ هستيءَ جي پڇي ـ موج مستيءَ جي چڙهي

ذڪر ذاتي جو اندر ـ دل ۾ وڄي نعرو سدا
عشق جي آتش ڪنان ـ هي خيال خوديءَ جو سڙي

نالگوري مئيء منگان ـ جام محبت جو ملي
سڪ اٿم ساقي سڄي ـ اِهو شونق مون ٿي دل گهري

ڪريم ڏنہ تي لطف ڪيو ـ ڏيئي سرس سرڪي ذونق جي
اٿم آرضو دل ۾ اِها ـ تان جسم هي سارو ڳري

## پٽ مجري

قاضيا تون آڻ ايمان - پي پيالو پُرُ ڪري
چوڙ ڪتا بان يار تون - تي مُسلن ڪنان بيزار تون
ڪر وحدت جو واپار تون - تان نفس ۽ شيطان مري
چڏ واعظ اي يار ميان - ترت تسبيح توڙ ميان
خيمہ اندر ۾ ڪوڙ ميان - آهي يار توڪان نا پري
وڃ سخي سردار ڏي - انهيءَ برهہ جي بازار جي
تنهن شاهہ درازين پار ڏي - جت عشق جي ڪوري ٻري
جو دل سچي روشن ڪري - ۽ خوديءَ کي ڪري پري
ائين صاف سينو ٿو ڪري - جئن ڪاٺ کي واڍو گهڙي
توکي خبر ڪهڙي ادا - آهي درد ريءَ اوندهہ سدا
سخي تون تيءُ ڪريم ڏنہ فدا - جنهن عشق جو گوهر ٻري

## پٽ ميجري

عاشقن کيو عشق کي - توڙون اچي امام ڙي
سوز جي سُرڪي وڌي - جا نام ۾ گمنام ڙي
حسن جا حملا مٿي تن - جذبي وارا جام ڙي
ٿيا صابري صادق ويچارا - تاب ۾ تمام ڙي
تَرَڪُ تقوا تَرَڪُ طاعت - تَرَڪُ ڪيائون طعام ڙي
سالڪن کي سير ۾ - وسري ويو وسرام ڙي
ويا وَجُودي وَهَمَ ڪون - اُوهي وِيرَ سي وَريام ڙي
گم نيشاني نام جي - ٿيا نام سان هر نام ڙي
من خدايــ موج ۾ - گهيو ڪاملن ڪلام ڙي
ول جو سولي مٿي - پُرُ ٿا پيئن جُنگ جامُ ڙي
ڪريم ڏني سر ڏيڻ آه عاشقن انجام ڙي
پُختو سمجهن عام کي - نا وري ڪر خامَ ڙي

## پٽ مجري

درد وارن نا سکيو - ريءَ درد جي ٻيو ڪو هنر
سوز سڪ جو ساڻ ڪنيائون - سر مٿي چُمي سمر
سالڪن سک نا سهيڙيو - درد ۾ جالن سدا
سور سختين جي سهڻ لي - تن ٻڌي پختي ڪمر
وڻج واپاري وحدت جا - رهن اُهي سدا
ورق ڏو تو تن ازل کون - دين اسلام ۽ ڪفر
بي دردان نون ڪل نہ ڪائي - رمز رنديءَ جي ادا
عاشقن چاتو اصل کون - عشق جو سچو قدر
ڪريم ڏنہ چئي لا مڪان - آهي اُنهن جوئي مڪان
تن ڏريو ڏيان ۾ - ريءَ الف جي ٻيو ڪو اکر

# پت مجري

درد واري دل اندر - دائم اديون رڙندي وتي

حال ڪنهن کي ڪين چئي سڪ سوز ۾ سڙندي وتي

دل اندر لوري تنهنجي آهه - اديون پنهنجي يار جي

عشق آتش ۾ تنهنجي - هوءَ سدا ٻرندي وتي

حسن هاديءَ جو ڏسي - هر دم رهي حيرت اندر

سبق سورن جا پڙهي - ماندي مرض ۾ مرندي وتي

خوف تان خطرو تنهن کي - بهشت دوزخ ۽ قيام

هوت جي حجر ڪنان - مُني دائمان ڏرندي وتي

طعنه تنڪا لوڪ ٽونڪون - ڪان پنهنجي يار جي

سر متي چشمين چمي - مُٺي چاهه مون ڪٽندي وتي

يا الهيٰ ميل مارون - جنهن ڪين رڙندي وتان

هيءَ دعا مرشد ڪنان - ڪريم ڏنه گهرندي وتي

سانڍي دل کون اي سڄڻ سار سهي - ٻاجهون سار سهڻي دي ٻي ڪار نهين
سانون عشق تنهيندي مستان ڪيتا - مستي موج بنا ٻي ڪا تار نهين
ڪا پرواهہ نهين ميڏي دل اندر ڪِيون - جو لوڪ خواري ڪنون عار نهين
طعني لوڪ ساري دي سر چاتيم - اپني ور ڳولهڻ ڪنون عار نهين
سسئي سر سماءِ ڳئي پنهل ڪيتي اوهيندي زبان تي ٻي ڪا ٻاڪار نهين
روئان رات ڏينهان اپنيِ يار ڪيتي - اکڙين ڪو بس وسڪار نهين
وچ سوز ساري ميڏي عمر ڳئي - عمر يار ٻاجهون درڪار نهين
مئن وساڳڻ هان اپني يار دي - جنهندا ثاني اندر ڪو سنسار نهين
ڪيها ڪريم ڏنہ دل دا حال ڪران - دل تي درد ٻاجهون ٻيا ڪو بار نهين

# جوڳ

الله آپ آيا ميدان اندر —منجهہ وبس انهين انسان ميان

چوڙ ملان تون تال تڙي ـ ڪوڙا مس قلم قلمدان ميان

انا احمد والا هي بول سچا ـ ڪرين تنهن دا تون ڏيان ميان

قاضي ڪريندئين ڪتاب ڪني ـ ڳالهين ڪيون اجائي جان ميان

پاس انفاسي دادم ذرين الله هو والي تان تان ميان

مندر مسيتين ڪجهہ نهين ـ رکين هرگز نہ ڪوئي گمان ميان

مستي موج والي تون راهہ گهني ـ دوڙين جلد اندر ميخان ميان

کهڙا الله تي کهڙا ڳالهايان ـ سخي هرگز نهين انسان ميان

رسول سچي دا هي قسم مينون سخي سارا هي سبحان ميان

مرشد مينون آپي آپ آکيا ـ ڪرين اهو قصہ نہ بيان ميان

ڪريم ڏنہ دا وس نهين ـ ڪيتا چا پرين مستان ميان

# جوڳ

اج دل تي ٻولي ايندو محب منو ويران وبڙهو آباد ٿيندو
آتڻ اکڙين ٻهاريندس - سڌي سات سهيليون ناچ ڪنديس
گهوريان جان جسو قربان ٿينديس - جڏهن مهر ڪري منٺار ايندو
آهي سڪ ساجن جي سرس گهڻي - محبت تنهنجي آه مون کي وڻي
ايندو پيهي پکين منهنجون آهون سٽي - شل قرب اِهو کوهيارو ڪندو
ويندا سالن جا ڏک غم لهي - جڏهين محب ايندو منهنجي گهر پيهي
اِها آس اٿم دل منجهہ صحيح - اچي لوڪ مبارڪ پوءِ ڏيندو.
جنهن ريءَ گهڙي هڪ سال پيانيان - جيئڻ ڏاڍو جنجال پيانيان
جنهن جو ڪريم ڏنہ تي وڏو پيال پيانيان - سو وروني مون کي نال ويندو

# جوڳ

سگھڙي دوست تون آوين، ميڏا حال نہ ڪوئي دل دي مهر نہ لاهوين ميڏا حال نہ ڪوئي

پيچان پيچ نال زلف دي - قابو قيد ڪِيتوئي

رمزان غمزان نال نيٽاندي - بيوس دوست ڪُتوئي

هيڪر ناتا نينهن دا لڳا ڪي چنڙا اسان تون نہ چاوين

بره دي باب وچ سبق سوالان دا - سانون دوست پڙهايا

درد فراق سهڻان تسانڈي -سوز سين دا وڏايا

واجب هڻ يار تسان تي - سڏ سڏ قول پلاهاوين

سڻ فرياد درد مندا ندي - جي رو رو پاند پسانوندي

راتيان ڏينهان جنهان تات تسانڈي - سور نہ ہي ڪونہ سليندي

پل پل پور تنهن کون تسانڈي - تنهن دي نال الاوين

لوڪ سارا تي نندان ڪريندپان - هر ڪو وتي خوشحالي

دلڙي اسانڈي دم دم ماندي - حجر ڪيتي بي حالي

ڪريم ڏنہ دا عرض الله ڪون - ويهڙي محب ملاوين

چوڙ رسامي دي وائي ميکون سخت کيتوئي
کل نہ هئي کا پئندين جهاتي جهاتي دي نال ميڏي دلڙي ڦاتي ظاهر ويس خوشحالي
ڳجهڙيان مرسين جدايان دي کاتي هي افسوس اهو تان اندر دي تيکون ترس نہ پائي
سک دي سڳي وچ تيڏي خاطر ٻوڙهي ٻوکي ٻل وچ ٻانڌان طلب تنواريندي تيڏي اندر
پل ٻئي مئن ٻيان سپ وايان آوڻ رس هي سهڻا تسانڏي اسان روئندي يار نيائي
سوز دا سرندا دستين چاکي سرفراق دا ٻيئي ڳاوان آهان دانهان سَرِدُ کلديا
کيوين يار ريجهاوان آهہ ميڏي وچ اثر نہ کوئي آهيان دير سِکائي
قياس کرين کجهہ چوڙرڏائي بخش مندي کون يارمندايان هٿ کيا آيا سهڻا تسانڏا
ميڏي جيءَ کون ڏي نہ جدايان صورت تيڏي ڏيکالڻ کيتي تئن وت کيون هي چپائي
عيد سهڻا اجهو ويجهي آئي نوين کپڙي لوک کريسين کريم ڏنہ دي غم تڏهان
رانجهو مئن گهر آويسين، جي يار آيا تہ مئن سينگار کريان نہ تہ اصل عيد اجائي

# جوڳ

چوڙ رسامي دي وائي مئن بيوس هوئي ڏاڍي لُنوڙي تولائي مئن بيوس هوئي
هڪ تان مسافر سفر ڪريندي درد فراق دي ماري ڏوجها باهہ برهہ دي اندر
جل ڳئي جند جان ساري تيجها ناز نيڻاندي ماريا چوتا داغ جدائي مئن
تانگهہ رانجهن دي وچ زات وهائي ميڏي روئندي روئندي ڏينهن ساري وئي لنگهي ويا
درد اندر وچ جُڪندي نيڻان ننڊ حرام تيوسي، مول نہ آيا ماهي
هيڙي مراد دل وچ ميڪون يار نون ڳالهيان ڪريسان يار نہ آيا رهہ ڳيان ڳالهيان
ڪيوين ڏينهڙي جاليسان ننڍڙي وهي دي وچ وڏڙا وچوڙا سولان ڏتي نا ماهي
طاقت ميڪون نا رهي هڻ چاوڻ بار جدائي حجر دي حال ميڏان ڪيتا
ميڪون قسم خدائي متيان ساريان منجهہ ڳيان ڏاڍي تيں بي واهي
ڏيکين حال چا وچ چنڙي ديس رانجهن دي ڪانگا درد فراق مئن مريسان
ميڏا ڪرين ڪجهہ سانگا ڏيکڻا هووئي تان آوين جلدي نہ تہ پڙهسون الوداعي
ڪريم ڏنہ آکي معلوم تيسن اهي سيئي ڳالهيان حال ميڏي دي شاهدي ڏيسن
سيئي درد واليان ڪنهن ڪون ڏيوان مئن يار ڏوراپا قسمت دي ڪوتاهي

## جوڳ

بره ڪيتا بي حال ماهي مينون مڪ وڪلاوين
محبت وچ مٺن هوئي مستاني - درد تيڏي وچ قران مٺن ديواني
سڪندي تيڙم سال - جهڳڙي اسانڏي جهاتي پاوين
روح نون راحت مول نہ آنوندي - دلڙي ميڏي قوت غمان دي
جيوڻ هويا جنجال - واجب نان جو سانون ستاوين
اکڙيان ميڏيان تئن ڏي تڪيندي - ساريان راتيان رو رو ڪتيندي
ڏيوين زور وصال - نام الله دي تورا لاوين
دلڙي ميڏي بيوس هوئي - خيال اسانڏا ڪونہ پيوئي
ڪيئي جوت جمال - ڪريم ڏنہ تون ڪيوين پيا سڪاوين

## جوڳ

وسر ڳيا جملہ جهان عشق آيا جڏهان سانڏي پاڻي
ماهي مڪڙا جڏهان وڪلايا - محبت دا وچ مچ مچايا
حسن ڪيتا حيران - ماري مٺن هان محبوبان دي ماڻي
نهين جڏهان سانون لايان لاوان - واٽ وندر والي پر تون پچاوان
درد والي داستان - ساه ميڏي ڪون سيئي سيباڻي
قاضي ڪريندا بَسلي ڏهاڙي درد لاتي سانون دل وچ ڏاڙي
نينهن ڪيتا نيشان - مُول نہ پانوين طول وهاڻي
بي خود سانون بره بنايا - بي رنگ سانون رنگڙا لايا
حيرت والي مڪان - ڪريم ڏنہ دي خيال اُڏاڻي

## جوڳ

تنهنجي سهڻل سور - ڏاڍو سخت ستايو ڙي يار
الغرضاين لاغر ڪيو ميان - قسمت جو آهه قصور
جنهن توسان انگڙو اڙايو ڙي يار تنهنجي
سهڻن سان آه محبت تنهنجي - ڪوجهن ڪي ڪيوئي دور
بخشي بديون مون کي درازي گهرايو ڙي يار
ڏينهن ٿيا آهن توکي ڏني ميان - چاکون ڪيوئي محجور
(محجور جي معنيٰ جدا)
داغ جدائيءَ شور مچايو ڙي يار
ڪريم ڏنه آهي روز ازل کون - تنهنجي در جو مزور
مهر ڪري تنهن کي وصل ڪرايو ڙي يار

## جوڳ

تيڏي حسن هزار - ڪيتا بار بيراڳي
عشق تساڏا جهل نهين ڏيندا - نيڻ وهن سر نام
گل وچ ڪفني دست پهوڙا - تن من وجندي تار ڪيتا
اکيان سانڏيان مول نه سکيان - ڪوئي قوت قرار ڪيتا
دم دم تيکون ساهه سنيالي لُنو لُنو منجهه لغار ڪيتا
ڪريم ڏنه نون قابو ڪِتوئي لائي نينهن نبارُ ڪيتا
(نبارُ جي معنيٰ پاڪ)

## جوڳ

تنهنجو هڪوئي خيال - لڳو آهه يار اسان کي
بره بيراڳي ڪيو آهه اسان کي - سڪندي ٿيڙم سال لڳو
جنهن ڏينهن لاڪون ڏيسون لڏي وئين - هيڻو ٿيو ٿم حال
وڃي آهيان واٽ نهاريان - جيئڻ آهه جنجال
ورهين لاڪون ڪيوئي فراقي - ڏي ڪو هاڻ وصال
جيءَ جڙيو ٿي يار اسان جو - ڏيئي قرب ڪمال
درد تنهنجي آهه در قرايو - ويهڻ آهه محال
ڪريم ڏنہ چئي موت نہ ماري - جيسين ڏسان توکي شال

## جوڳ

توسان ياري يار - منهنجي رهجي اچي شل
دائم دل ۾ درد اوهان جو - طلب اوهان جي تار منهنجي
عشق اوهان جو آهي اٽانگو - باري بره جو بار
جايون پنهنجون جيءَ منهنجي ۾ - اچي حاڪم وار
آرُ اڪين جو دلبر تو ڏي - ديد تنهنجي درڪار
ڪريم ڏنہ ڪي چيتڪ تنهنجي - بر گهمائي بزار

## جوڳ

محب مٺا منٺار الله توکي آڻي
باغ باغيچا بنگلا بنايان - قولن جا هيڪار الله
اڱڻ آڻ صاف ڪريان مان - لَڪَ ڪريان چٽڪار
هنڌ پٿرٽيون سيج وڇايان - عطر هاريان هر وار
خاص گهرايان هوران پَريون - ناچ ڪرن نروار
تنهنجي ڪارڻ سنهٽل سائين - حيلا ڪريان تہ هزار
ڪريم ڏنہ چئي گهر اچين جي - گهول وڃان صد بار الله توکي آڻي

## جوڳ

ساجن دن ۽ رات توکي دلڙي سنڀاري
دل اندر اُليل پون ٿا هر دم تنهنجي آهہ تات - توکي
سک سهڻي جي مون کي ماري کيو آه مات - توکي
ٿرن برن ۾ آهيان اڪيلي گولي نيون هيءَ سات - توکي
حجر اندر ۾ ڏنڌ مچايو وساءِ وصل سندي برسات - توکي
ڪريم ڏنہ چئي مهر ڪريو ڪا آهيان ڪوڙي ڪم ذات - توکي

# جوڳ

آهيان مسافر يار ـ ڪر ڪا وائي ملڪ جي
ڪيئن گذاريان ڏينھڙا اڪيلا فرقت ڪيو لاچار
طاقت ناهي حجر سهڻ جي
دل ٿي چوي اڏري اچان شل ديس تنهنجي دلدار
آس اٿم توسان حال اورڻ جي
ڏوهہ گناهہ ڏس نہ سهڻل ـ آهيان لچي بدڪار
مهر ڪريو ڪا بديون بخشڻ جي
ڪريم ڏنہ ڪر فڪر نہ ڪوئي ـ مرشد لهندءِ سار
رک تون اُميدون مرادون پڄڻ جي

## جوڳ

ڪيھي تسانڌي دل وچ آئي - مشتاقان دي مارڻ دي
جهُڳي اسانڌي جھاتي پاوين - نام الله ويڙهي وساوين
ڪرين واڳ وصل دي وارڻ دي

پانهپ ٻولي جو دم جيسان - خاڪ پيراندي چشمين پائسان
نهين طاقت سيني سا هڻ دي

تيڏي خاطر قالان پاوان - آوڻ ڪيتي پويان پتاوان
اکيان جهوڪ لاتي جرهارڻ دي

جيوين جاني جواٽي ماٽين - ڏينهن ڏکي ميڪون ڏاڍي وهاٽي
پڙهين سٽ هٽين گڏ گهارڻ دي

دم دم منگندي مٺن تي دعا ئي - هووي ڪريم ڏنہ تي مهر سدائين
هادي اوکي نينهن نياوڻ دي

## جوڳ

دوست تيڏي تنوار - ڏينهان راتيان اسانکون
رات اسانکون تات اسانکون
چنڙا اسانتون مول نہ چاوين - ديد تيڏي درکار ڏينهان اسانکون
عشق اُساتان دل کون ڏيندا - ڀاري بره دا بار اسانکون
تک تک ٿکيان سنهڙل سائين - اکيان تسانڏي پار اسانکون
چوريءَ چوريءَ آکي اتکيان - اوهي چشمان چار اسانکون
کريم ڏنہ نون چاک تسان ڏي - نهين قوت قرار اسانکونْ

## جرڳ

الله انهن کي آڻ وي ميان - لاتو جَنين آهہ جادو جيءَ کي
تن من تانگهي طرف انهن جي -روز انهن جي کاڻ
ويني اُتيان ٿي آب اکين مون - ساه کٽي ويا ساڻ
جاتي جَنين کي اڳ تہ ڏنو هوم - تاتي ناهن هاڻ
دوست رسڻ جو اڳ نہ هُيَڙم - مئيءَ کي کو چاڻ
کريم ڏنہ کي وائي اِها ئي - شال پسائن پاڻ

## جوڳ

ناهين ننڊن ڪي آرام - يار روئن ٿيون راتيان ڏينهان
عشق تنهنجي ۾ پون اُليلان دل اندر تنهنجا دام - روح ڪري ٿو ڏاڍيون ريهان
ڳاهه فراق جي تن اسان جو ڳاهي ڪيو آ تمام - جند جدائي وبڻي پيهان
چاڪ تنهنجي ۾ يار چڪن ٿا منهنجا ڪُلُ اندامَ - چولي ڪئي تنهن ڦاڙي چيهان
ڪريم ڏنہ جوڳن اوهان جيَ پوي شال ڪلام - قرب منجهارون ڪريان ٿي ڪِيها

## جوڳ

موڪل ڏي تون مير—ڏسان پنهنجا اباڻا
ڏوراپي ڏوٿين جي منهنجي دل ڪي - چاڪ وڏا آهن چير ڏسان
ساهه سانگين ڪي سدائين ساري - نيڻ وهائن نير ڏسان
لوئي اباڻي ساهه سيباڻي - توڙي ٿيڙم ليڙ ڏسان
ڪريم ڏنہ ڪوٽن ۾ - پڙدو رکج پير ڏسان

## جوڳ

منهنجي فراق ۾ وئي دلڙي جُهري ايندو شاهہ سخي ڪڏهن گهر وري
محبت جنهن جي مون کي وڌي لا ويو قابو ڪري وجهي قرب ڪڙي
شاهہ حسن بي حال ڪيو لا پسي نور تجلو اندر جوت ٻري
عشق اندر ۾ شور مچايو لڳي آتش تکي ويو سينو سڙي
اچي محبت متا ڏي ڪو دلاسو انگ ويو توسان ازلون اڙي
ڪريم ڏنہ جو داد ڪيو لا گهاري اچي مون سان هڪ گهڙي

## جوڳ

دڪان درد ڪليو ڙي ڪليو آهہ - وٽ سخي سردار مولاؑ
سودو ڏاڍو آهہ مهانگو - ٻنان سر جي نہ سليو ڙي سليو آهہ
سي سوداگر اچن اتاهين - جنهن سر ترڪيءَ تي جهليو ڙي جهليو آهہ
پارس عجائب ملي اتاهون - واپار مُلڪين هليو ڙي هليو آهہ
نفع ڏاڍو حاصل ٿئي ٿو- اهو ڏس ڏاهي ڪون مليو ڙي مليو آهہ
ملڪين فلڪين هڪ ٻجهي ٿي - ناحق عالم پليو ڙي پليو آهہ
ڪريم ڏنہ جو بخت سوايو .. واهُ وصل جو گهيلو ڙي گهليو آهہ

## جوڳ

درس درازين دلبر ميڏا ـ هادي حق حقاني سبحاني
لامڪاني سير تنهيندا ـ رحمت ساري رحماني سبحاني
الا انسان سري اناسره ـ ظاهر ذات رباني سبحاني
ڏونهين جهانين کو لپيسين ـ دلبر ڪوئي ثاني سبحاني
دوڙدرازين منصب پاوين ـ ويکين پاڪ پيشاني سبحاني
ڪريم ڏنہ چا اپنا ڪيتا ـ سارا سرقرباني سبحاني

## جوڳ

قاصد عشق اسانڏي آيا ـ ميڏي ماهي يار دا دلدارا دا
نينهن دا نياپا ڏتڙس ساتون ـ پرين سندي تنهن پار دا دلدار دا
ديوان والي رمزنرالي ـ شونق تناکون شڪار دا دلدار دا
عشق عجب اُستاد اسانڏا ـ ورق وصال دي واردا دلدار دا
سير سيوئي مئن تان ڪيتا ـ حسن والي بازار دا دلدار دا
ڪريم ڏنہ هي گولا دائم ـ شاهہ سخي سردار دا دلدار دا ماهي يار دا

# جوڳ

آهي عشق اٽانگو رت نير رئاري - گهٽا گهوٽ ٿو گهائي ڳٽتيءَ منجهہ ٿو ڳاري
سسئيءَ پنهل ڪيتي سر سفر سر تي سهايو - ٽر بر ڏونگر وچون پنهنجي ور کي پهچايو

برهين بيهن کهڙو وئين ڪيچ ڪوهياري

سهڻي سندرو پڏي ويئي وچ درياهون - ڊني ڪين لهر کون وئي سينو ساهيون

مليس ميهر اتهين سُرڪي ويس جو پياري

معجزن محبت ماريو آهي ولين وڪوڙيو - سڪ سوز وچون وڻي کوهہ کي گيڙيو

طَلَب ۾ي نا اندر ۾ ليليٰ ليليٰ پڪاري

ڏسي حالڙو ههڙو ايندا مرد ڪي مانجهي - ڏيندا وقت نہ وڃبو توڙي صبح ۽ سانجهي

شونق شيرين جي کون فرهاد ڏونگر ڏاري

ڪريم ڏنہ ذڪر چا دردونڊن- ڳنين سيّس ڪپايان تان سوليءَ چڙهن

صدقو وڃ تنهينتون ڇڏي وائي وساري

## جوڳ

قربون پنهنجي يار سياڻان - خاص ڏي ڪو خيال وو ماهي يارا
چرخو چوري مول نہ ڄاڻان - ڪونهي مٽيءَ جو حال در ماهي يارا
سڪندي سڪندي تيڏي در تي
ڳچ لنگهي ويا سال، وو ماهي يارا
توين منهنجي سهڻل سائين - لهندو ڪير سنڀال وو ماهي يارا
جڳ جڳ جيوين مرشد سائين - وسو هجيئي نان وال وو ماهي يارا
پاڙج پنهنجا ڪريم ڏنہ سان - قول ڪيَوَ جي ڪالهہ وو ماهي يارا

## جوڳ

عام ڪون ڪائي خبر نہ هوندي ـ سانڈي خاص خيال دي وو حال دي
ان بت نينهن دي دل وچ وجندي ـ دم دم درد ڏمال دي وو حال دي
في اذڪروني اذڪرڪم وحدت وات وصال دي وو حال دي
شونق وچون چائن تان پيتي ـ سرڪي سوز ڪلال دي وو حال دي
اسان رانجهن هڪ تيوسي ـ وٺ رهي نا وال دي حال دي
ڪريم ڏنہ ڪر شڪر ادائي ـ شاهہ سخي دي يال دي وو حال دي

## جوڳ

نام الله دي مڪڙا وڪاوين ـ طالب مئن ديدار دا ماهي يار دا
سوز فراق دا مينون ڏتڙء ـ باري بره دي باردا ، ماهي يار دا
دردان ديرا دل وچ ڪيتا ـ ساهہ سهٽي ڪون سنيار دا، ماهي يار دا
لڙه تسانڈي مئن جو لڳڙي ـ غور ڪرين بيچاره دا، ماهي يار دا
مئن تان گولي عيبان والي ـ تون تين رب ستار دا، ماهي يار دا
ڪريم ڏنہ مسڪين نماڻا ـ روئندا زارون زار دا، ماهي يار دا

## جوڳ

واهـ واهـ عشق انعام مليوسي
جهيڙا جهڳڙا قاضي ڪرنان - دين سي ڪيا هي ڪام
ملان ٿيوين بي سر بي خود - پي محبت جام
چولي اندر ڪون پيا ٻولي - صوفي سمجهي مام
فمن عرف نفسه - اهو ساجن دا پيغام
ڪريم ڏنہ وڃي قربان - اُتون سيد جام

## جوڳ

قاضي ڪم زنان چوڙين - ڇوڙين خام خيال ميان
روزا نمازان ڪم ملندا - عاشق دي سرحال ميان
تسبيح دي وچ رب نا ملندا - توڙي پڙهين سو سال ميان
دل وچ ٿو لهين يار تون اپنا - دم الله دي نال ميان
گم ٿيوڻ دي سکي تون بازي - ٻي سڀ ڪوڙي ڳالھ ميان
ڪريم ڏنہ ٻاجهون الله دي جيوڻ هي تہ جنجال ميان

# جوڳ

حال رهيا نان ڪال سانڍا مستو مست خيال
صورت يار دي دل وچ ويکيم - واحد نال وصال
نفل نمازان مول نہ پانون - جام پيتوسي جال
اسان عاشق روز ازل دي بره ڪيتوسي بحال
دين مذاهب ڏوئي دي ڦندي - ڪوڙي مثل مثال
ڪريم ڏنہ تي شاهہ درازي - ڪيتا قرب ڪمال

# جوڳ

شال اکين سان محب پسان مان ۔ ديدن جنهن جي گهايو مون
وڏ ڙي وبلي جادوگر آيا ۔ ڏاڍا جادو جيءَ کون لايا
نيڻن نيهڙو لڳايو مون
جوڳياڻي بن کي هنگلاج وبسان ۔ پيش گوروءَ جي آديس کريسان
جنهن سورن سبق پڙهايو مون
دل تان ميڏي بيوس هوئي ۔ روز اها ميان اصل کون هوئي
پوءِ چو تيون پينر تپايو مون
امڙ ويندس محب جي ٽاٽي ۔ فکر نہ کر تون سمجهہ هيئن هاٽي
جڻ کريم ڏنہ نہ هو چايو مون

## جوڳ

ڏيان الف، ڪون ڏيندي هون ب ت ڪون نان لکيندي هون
صورت ثابت يار سهڻي دي - دل اندر ديکيندي هون
ذکر ذاتي هر دي اندر - نال صدق ڪريندي هون
نور تجلا حسن دا ويک ڪي - دونهان درد ديکيندي هون
تکبير عشق دي سر پر ڌرڪي - نفس شيطان مريندي هون
اِها بات وحدت والي—ڪنهن ڪون آک نہ سڻيندي هون
طالب شاهہ سخي دا هوڪي ڪريم ڏنہ نام سڏيندي هون

## جوڳ

دم هي حق الحق هُو - دم هي شاهي شاهہ ميان
قاضي ملان مسلي اندر - رکندي نا آگاهہ ميان
ويچين آپ ڪون وچ درازين - گهنين دم دي راه ميان
الله آوڙ هر چاوڙ - ڪرتا ڪرين وچ ساهہ ميان
دم ديان رمزان راز رباني - بره سارا هي باه ميان
سڪ شاهہ سخي دي اندر - ڪريم ڏنہ تيءُ نہ ڪوتاه ميان

## جوڳ

حال اسانڈا معلوم تينون - کھڙا آکہ بڈايان ميان
نال زلف دي قيد کتوئي - ڈيئي حسن جھلکار ميان
واہ چشم دي چوٹ چلاکي زوران زور ڈاڍيان ميان
دردان ميرا دل وچ کيتا - سوران لڈي نہ سنيار ميان
لازمي محبوب کتوئي - جيءَ کون ڈي جدايان ميان
برپٹ دي وچ هان تہ اکيلي - واقف نهين وٹکار ميان
سهي نان وي سرير ميڈا - اهي جبل ديان جلوايان ميان
کريم ڈنہ هي ڳولا تيڈا - مل ميکون هک وار ميان
مهر کري مسکين اُتي - بخش مندي کون منديان ميان

## جوڳ

چالي رمز عشاقان والي، درنان درد دکيندي، اهين تہ اکين دي
شامل شونق تي ذونق ضروري - سولان سبق سکيندي اهين تہ اکين دي
ملک دليندیان مار لتاون - رايا کونہ رکيندي - اهين تہ اکين دي
مستي وچ هستي ماري - صورت صاف وکيندي - =
کريم ڈنہ نون قرب وچون چا - چاتي بره چکيندي - =

## جوڳ

جن جو عشق بڻيو اُستاد - تن کي دم الله هو ياد
لاالله جي سيف سان صدمي کيائون مار
وحدت واري وات سجائي - پورهيو ٻيو برباد
ٻاجهون عشق الله جي - عمر آه افراد
مرشد منهنجو شاه درازي شاد رهي شيل شاد
ڪريم ڏنہ جي دلڙي دائم - برهين ڪئي آباد

## جوڳ

عشق وارو آزار - لڳو آهہ يار اسان کي
دائم دل ۾ پون اُليلان - ڪانہ وڻي ڪا ئي ڪار
تن من تانگهي طرف اوهان جي پل پل آهہ پچار
سبق سورن جو پرين پڙهايو - لُنو لُنو منجهہ لغار
زوران زوري دلڙي لتي وئين جوڙ ڪري جنسار
طرف اسان جي ڪنهن ڪنهن ويلي - نيڻ ڪٽي تہ نهار
ڪريم ڏنہ جو وس نہ هلي ڪو - لڪئي لاتي آهہ لار

## جوڳ

ڪيو ڇيڏيون مون ڪي دعا - اڇي محب وطن وري

اديون ديد ڪيو حيران - ڦران در وتان بيران

ڪري آباد اڱڻ ويران - اڇي مٺيءَ جي سو گهر گهري

وڏو ڳٽتيءَ اديون ڳاري - مون ڪي حجر وڏو ماري

تنهن ڪي هر دم تي دل ساري - آهيان تنهنجي ليءِ سدا چري

سڪ ڏاڍو ستايو آهي - گهٽي گهٽي گهمايو آهه

سارو ملڪ رلايو آهي - ڪاٿهي ننڊ اصل ڏري

لڳي ڪريم ڏنہ ڪاني - ڪئي دلڙي ديواني

ڏيئي وصل شل جامي - نہ تہ ويندس اديون مري

## جوڳ

درديل دل جون دارون ڪوڪيو ميان - هجر تنهنجي ۾ هينئڙو وجهي ميان

مرضيل آهيان ڦتيل مان فراقي - سورن تنهنجي سڄڻان مارو سارو ساهہ نيو ميان

حڪيم طبيب گهڻا مون گهرايا - ڏنائون دوائون فرق ڪونہ پيو ميان

ملان قاضي آيا جهاڙون وڏائون - اجايون سي سڀ ٿيون اثر ڪونہ ٿيو ميان

حڪيمن ڪي ناهي منهنجي مرض جي ڪل - سواءِ محبت تنهنجي آهي نا ٻيو ميان

ڪريم ڏنہ جون سٽي آهہ دانهون - اڇي وصل جي ڪا ڦڪي مون ڏيو ميان

رسامون ڇڏ منا دلبر چاهون وچي يار تئين باقي

ٻانهي ٻولن ٻڌي منڙا آهيان ازلون مان تنهنجي

نوازش ڪا ڪري مون تي اچي تيءِ يار اوطاقي

سفر ۾ نا ڇڏيو ڇوري اچي رس يار تون اتهين

لاسو ڏيو ڏنيءَ دل کي وچي عمر رهي باقي

لنگهائي لڪ لڪيون دلبر پڄائج من مرادون تون

اٿم آس اها دل ۾ تيان ساڪن ملڪ عرشاقي

ڪري ڪريم ڏنہ آزي - نمائي سيس در تنهنجي

ڪريو خوشحال پاڄڙ کي پيالي پرت سان ساقي

ٻڌو ٻاڏاڙ ٻهڳڙ تون محابي رسول الله
پڇو نفس سندا رايا شيطاني راند جا سعيا
ڪُوڙيءَ محبت سندا ڪايا محابي يا رسول الله
صفا ڪيو صاف منهنجو سينو ڪڍي ڪوڙ ڪپٽ ڪينو
ائين چلڪي جيئن آئينو محابي يا رسول الله
نہ گهر جي تخت سليماني نہ ڪو دين مسلماني
ڏيارئو عشق عرفاني محابي يارسول الله
ڪريم ڏنہ تئي قرباني مٿون تنهنجي منا جاني
پيارئو پرت جو پاڻي محابي يا رسول الله

پيارج جام ڪو ساقي ـ اها منهنجي دل جي وائي آهه
عبرت جو زمانو آهه ـ جنهن لاچار ڪيو ڏاڍو
آهي افسوس اهو دل ۾ ـ وبئي عمر اجائي آهه
آيو هان دور ڪان ساقي ـ ٻڌي ساراهه مئخانه
آهين صاحب سخاوت جو ـ عجب تنهنجي وڏائي آهه
جيئن سَوَ سَال شل ساقي ـ ونگو نا وار شل تنهنجو
هجيئي آباد مئيخانه ـ اها منهنجي دعا ئي آهه
صفا ڪر صاف دل منهنجي ـ پيار پرت مون پيالو
چڏائج غير غفلت کون ـ گناهن دل گنوائي آهه
ڪري ڪريم ڏنه آزي ـ ڏيو ڪو دان ٻيجل کي
ڪٽي سڪ سندو سُرندو ٻٽي پينار آئي آهه

# راڳو

آءُ تون راڳا ڪر نه ماڳا تولڳ سڪي ٿو ساهه ميان

تولڳ سڪي ٿو ساهه ميان - جاڳي ٿو الله ميان

سوڊا تنهنجي سوز ۾ روئي نهاريان راهه ميان

راڳا تنهنجي رسام ۾ - ڪيئي لڳنهي وبا ماه ميان

قاصد مڪان مون ڪيترا - چاڙهي سنجهه صباح ميان

ڍوليا ڍٺ قرار ٿئين - ڪي ڪانه نگاهه ميان

حال مومل جو ميندرا - سارو توکي آگاهه ميان

بخش بديون يلڳ ڪي - پر تون ڏي تون پناهه ميان

ڪريم ڏنه چئي ڪاڪ تي - قربون ڪرهو ڪاهه ميان

وحدت جي وصال جا - اچي وير وهائج واهه ميان

# جوڳ سهڻي

ڪنهن ڪون آکـ سڻاوان مئن تان حال حجردا
نال فراق ندي ميان عمر نيايم الالا ـ دم دم دکڙائي پئي کاوان
پيوان خون جگردا
لِڪ لِڪ چنڙي ندي ميان ـ نالي دوست الالا ـ ڳل وچ ڪانگل پاوان
من وجي چاڪي اڏرادا
مرندا دستين ندي ميان ـ چاهون چاڪي الالا ـ سُرڙا سوز دا ڳاوان
ڏينهان توڙي عصر دا
روزان روز نوي روئيندي رت الالا ـ پر تون پنڌڙا پڇاوان
سهڻي يار دي گهر دا
ڪريم ڏنہ ندي ميان آکي تيڏا الالا ـ بيني نيهڙا نياوان
ڪر ڪر قياس نڌر دا

# سهڻي

چاڪون يار پيارا وينين مٺي ڪي وساري - پرچ يار پيارل تنهنجو رسامون ٿو ماري

ڏينهان ڏڪ سدائي - راتيون رت رئان ٿي
حال هادي تو چاڻي - ماندي مونجهه مران ٿي
سورن سڪڙو وڃايو - دلڙي توڪي ٿي ساري
ڏاڍا ڏينهن لنگهي ويا - سنيهو اصل نه آيو
ڪل نه يار پئي ڪا - چاڪون منهن تو متايو
سهڻان پيا بي گهڻا ئي - دلڙي وئين تون ڏتاري
سڪ ۾ ساهه سڪي تو - چڏ تون دلبر ماڻا
پل پل پورن ۾ تا وهن نيڻ نماڻا
قياس ڪرين ڪجهه سهڻا - اڄ تون مٺي جي اوتاري
ڏکيو ڏينهن نه ايندو - تنهنجي پيش پيارا
مولا سوال مڃيندو هوندين باغ بهارا
ڪريم ڏنه آهي دعاگو تنهنجي راهه نهاري

## جوڳ

آيا ڏينهڙا خزان جا يار ونئي موڪل ويو بهار

سڪا تيا وڻ سيئي يار - پيو ڦولڻ ۾ اڄ مارو

تيو شهيد باغ سارو - ويو سڙي سڄو گلزار

ڇڏيو گل پنهنجو مقام - پيو آتڻ منجهه ماتام

ڦتو عالم سندو آرام- تيو اهو حادثو اظهار

روئي بل بل تي زارون زار - ڏسي حال سندو گلزار

پري سڏڪا چوي هر بار آهي الله ڏاڍو قهار

ڪري ڪريم ڏنہ قربان جي جندڙي او گلشن تان

گهري دعا تو مولا ڪان اُهي سڪڙا وري ڏيڪار

## جوڳ

اندر آگ جلائي وي عشق اندر

ديد دلبر دي نوي هن ڪان وي ٿهري الالا چشمان چوٽ چلائي وي عشق اندر

ديد دلبر دي نوي مجروح ڪيتا الالا ڏاڍي روز رلائي وي عشق اندر

حجر دلبر دي نوي ماندي ڪيتي مان الالا هُٽي ڪر ڪا يلائي وي عشق اندر

درد تيڏي وچ نوي مريض مريندا الالا آني ڏي ڪاروائي

ڪريم چوي نوي سال تيا هن الالا آهيان ديد سڪائي وي عشق اندر

# كريم ڏني جي كلام
# جي الف ب وار ڏسٽي

**الف:**

آيا عشق جڏانهان ڏاڍي تاب وچون — جيوبن جوت جمال آفتاب وچون

اوكو عشق سورج باب جيڏيون مون كي پرين پاڙهيو

اتي درد وارا سبق پڙهہ سنياري ڏنو جيكو توكي مرشد مام وائي

الله آپ آيا ميدان اندر منجهہ ويس انهين انسان ميان

آهيان مسافر يار كر كا وائي ملڻ جي

الله آٽيندو ماڳين تيڏي كيتي ميڏي دلڙي اداسي پياسي

آدم آهہ الله كريو اعتبار اديون

آءَ تون راٽا كر نہ ماٽا تو ليءِ سكي تو ساهہ ميان

الله انهن كي آڻ وي ميان لاتو جنن آهہ جادو جيءَ كي

آيا ڏينهڙا خزان جا يار وني موكل ويو بهار

اسان عشق نماز پڙهيندي هون ياد سهڻي كون كريندي هون

اج دل تي ہولي ايندو محب منو ويران ويڙهو آباد ٿيندو

آهي عشق اٽانگو رت تو يار رئاري

گهٽا گهوت تو گهائي ڳٽتيءَ منجهہ تو ڳاري

اندر آگ جلائي وي عشق اندر

جاڳ عاشق لهه ڳل ڪائي چڏي غير غفلت سٹو هيءَ وائي

ٻ:

باد صبا منهنجي يار کي هيءَ ڏي

بادصبا چوءِ يار کي وڃ سگهو

بره ڪيتا بي حال ماهي مينون

بيدل هون مٺن بيدل هون دل ڳئي

ڀ:

ڀڏو ڀاڏاڻ ڀهڳڻ تون محابي يار رسول الله

پ:

پڃ پنهون نا پري پري چڏ وڃڻ جو خيال ميان

ت:

تو سان ياري يار — منهنجي رهجي اڇي شل

تنهنجو هڪوئي خيال - لڳو آه يار اسان کي

تيڏي حسن هزار ڪيتا يار بيراڳي

تون آهين منهنجو سائين، وو سائين آءُ ته ٻانهي آهيان

تويه منهنجي زاري وو زاري اديون ٻاروچن سان

تنهنجي حسن سندي جهلڪار - بره بي تاب ڪيو

توڙ نيي منهنجي - ياري جيجل شال جتن سان

توبه توبه يار هڻ مئن توبہ ڪيتي

تنهنجي سهڻل سور ڏاڍو سخت ستايو ڙي يار

ڀ:

ڀڇو ڪائي خبر بيمار ڪنون — تنهن عشق والي لاچار ڪنون

پرچ پيارل يار هڻ مئن بيوس هوئي

پيارج جام ڪو ساقي اها منهنجي دل جي وائي آهہ

چ:

چالي رمز عشاقان والي، درنهان درد دکيندي اهين تہ اکيندي (عجائب)

ڇ:

ڇوڙ رسامي دي وائي مئن بيوس هوئي

ڇاکون يار پيارا وينين مئيء کي وساري - پرچ يار پيارل تنهنجو رسامون ٿو ماري

ڇاکون پنهون وئين ديسون لڏي ظلم ڪري وئين ڇوري ڇڏي

ڇوڙ رسامي دي وائي ميڪون سخت ڪتوئي

ح:

حال رهيا نان ڪال سانڏ مستومست خيال

حڪم تنهنجو تو هلي سهڻا سدا سنسار ۾

حال اسانڏا معلوم تينون کهڙا آک پڌايان ميان

ڊ:

دوست تيڏي تنوار — ڏينهان رات اسان کون

ديدار در درازي پنهنجو پرين پسايو

درد واري دل اندر — دائم اديون رڙندي وتي

درد وارن نا سڪيو — ريءَ درد جي پيو ڪو هنر

دلبر نائي بهات - چوتا مئيءَ ڪان منهڙو لڪايو

درس درازين دلبر ميڏا - هادي حق حقاني صبحاني

دوستيءَ وارو دم وو يار لاوين تان توڙ نياوين

درد وڏو تم دهڪو - جيڏيون هوت پنهل جي

دڪان درد ڪليو ڙي ڪليو آهي وٺ سني سردار مولا

درديل دل جو دارون ڪوڪيو ميان هجر تنهنجي ۾ هينئڙو جهريو ميان

دم هي حق الحق هو دم هي شاهي بشاه ميان

ڌ:

ڌيان الف ڪون ڌيندي هون - ب ت ڪوئي نان لکيندي هون

ڏ:

ڏونگر ڏي ڪو ڏس - مون کي واٽ وندر جي يار وٺن جو

ڏسي هيڻيءَ جو حال وي ميان - پنهل وني وچ پاڻ سان

ڏيئي ڏير ويا او ڏکڙا اديون وني پاڻ پنهل آڏي رات اديون

ڏيئي قرب منا دل ڏتارڻ - چا منيءَ محبت ۾ من ڦاسائڻ چا

ر:

رسامون چڏ منا دلبر - چا هون وڃي يار ٿئين باقي

س:

ساجن دن ۽ رات - توکي دلڙي سنڀاري

سگهڙي دوست تون آوين ميڏا حال نه ڪوئي

سگهو آءُ سڄڻان توکي ساهه ستب ۽ ڪار کهڙي وتيءَ دل ڏتاري

سگهڙو اڄ سخي تون وو قرب تنهنجي ماري

سانڏي دل کو اي سڄڻ سار يار سهڻل دي بي ڪارنهين

سدا پرديس تي ساريان تيئڙا ڏيئي

سولان والا سات ڪاهي ساڏي آ

ش:

شاهه سخي سردار يار اڄ آ ته پرچون پاڻ ۾

شاهه سخي سردار يار سڻ منهنجو هي عرض

شاديون سجڻ تون تو ڪرين مون کي تو سندو آهي الم

شاهه سخي سردار سهڻا آءُ پيهي مٽيءَ جي پڪين

شال اکين سان محب پسان ڏيدن جنهن جي گهايو مون

ص:

صورت جو سبحان ڏنو سي

ع:

عشق وارو آزار ـ لڳو آهه يار اسان کي

عاشقن ڪيو عشق کي ـ توڙون اچي امام ڙي

عمر ڳالهه منهنجي سڄ خان ساري ـ ڪڏي چڏ ڪوڻن مان سگهي هيءَ ڏاري

عام نون ڪائي خبر نه هوندي – سانڏي خامي خيال دي وو حال دي

عشق هاديءَ جو حق يار ـ اعليٰ آهي خاص عبادت

ق:

قاصد عشق اسانڏي آيا – ميڏي ماهي يار دا دلدار دا

قربون پنهنجي يار سياڻا ن ـ خاصو ڏي ڪو خيال وو ماهي يارا

قاضي ڪم زنانا چوڙين چوڙين ـ خام خيال ميان

قابو قيد ڪيتوئي وچ ڏور ميان ـ گهٽ ڏور زلف دي زور ميان

قاضيا تون آن ايمان - پي پيالو پڙ ڪري

ڪ.

ڪيهي تسانڏي دل وچ آئي - مشتاقان دي مارڻ دي
ڪيوبن وران مٺن يار - دلبر رمز رلائي
ڪنهن ڪون آکہ سڻاوان - مٺن تان حال حجر دا
ڪر غور غريبا دا يار ميان تون سگهڙي لهج سنپار ميان
کهڙو ڏوهہ ڏيان پنهنجي قريبن کي - سرتيون روز روئان ويني نصيبن کي
ڪيو جيڏيون مون کي دعا - اچي محب وطن وري
ڪيئن اديون سي سک سمهن - جن کي تات هر دم يار جي
ڪيئن اديون آرام ڪيان - مون کي محب جو ماتام آهہ
ڪم چڱو مون ڪونہ ڪيو - ڪيئين تي آءُ ڪنڌ ڪٽان
ڪنهن کي دانهن ڏيان جو داد ڪري - منهنجو محب ويو اج آهہ رسي
ڪيئن ڪنديس هاڻي اديون - پنهنجي دوست دلبر جي بنا
ڪنهن کي ہڏايان مان اديون جيڪي سور پيا منهنجي پلي
ڪيوبن سهندي هيءَ دل ميڏي، جدائي دي بار ڏاڍي اوکي

## ل.

نوري لاني ويو جت - مون کي خان بلوچ ميان

م:

منهنجي ساهہ ڪي سانول يار جي - آهي طلب ڏاڍي تانگهہ ڙي
محب منا منٺار - الله توڪي آٽي
ملان متا هٽي چو - ڳوله يار ڪي اندر ۾
مئيءَ جي ماڳہ مڪان تي - موتج خان وري
محبت جي مان ماري هاري وجهہ نہ گهاري
مرشد تنهنجي لاري لڳي آهيان - لڳي آهيان مان تڳي آهيان
موڪل ڏي تون مير.... ڏسان پنهنجا اباڻا
ماريس تو ميار يار - پنهل پرتي آهيان
منهنجي فراقن ۾ وئي دلڙي جُهري - ايندو شاهہ شخي ڪڏهين گهر وري
مَئيءِ متي ميخانہ مان ڏي منا پيالو پري - پيري مغان پيو هان
اچي در تنهنجي پنڌڙو ڪري

ن:

ناهين نيڻن کي آرام - يار روئن تيون راتيان ڏينهان
نپنين نال غمان دي هان - مئن چائي ڪيتي ڏکانديان
نام الله دي مکڙا وکاوين - طالب مئن ديدار دا ماهي يار دا

و:

ويو رات پنهل چوريءَ چڙهي - الا دردن ۾ وئي دلڙي سڙي

وسر گيا جملہ جهان - عشق آيا جڏهان ساندي ٻاٽي

واہ يار يار اٿي تو ڙ ڳئين - ڪيوين منهڙا اسان ڪنون موڙ ڳئين

ويو خان پنهل مٺي مفت ماري فراقن ڏکيءَ جا وڏا ڦٽ اتاري

واہ واہ عشق اتمام مليو سي

شعر:

من تہ نماٽيءَ نال ڪرڪا موتي يار ڳنڍڻ جي

هي هي درد دل ڪي ڏاڍو آ ستايو

هو هو وارو انگہ - لڳو جيڏيون جيءَ ۾

بي:

يا سخي قرب ڪري مڇ عرض مون پينار جو

